# ٽي ناوليٽ

ماڻڪ



روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
1992ع

[حق ۽ واسطا ليکڪ جي وارثن وٽ هئيڪا]

---

ڇپائيندڙ: روشني پبلڪيشن ڪنڊيارو
ڇاپيندڙ: سردار پرنٽنگ پريس، حيدرآباد.
قيمت -/[illegible] روپيا

# سڏاءُ

## ٽي ناوليٽ

# رڃ ۽ پڙاڏا

> هيءَ ناولٽ پهرين ”ميسوڻي“ جي سري هيٺ
> ١٩٦١ع کان ١٩٦٨ع ڌاري لکيو ويو.
> وري پهر ١٩٧٣ع کان ١٩٧٥ع جي وچ ۾
> ”رڃ ۽ پڙاڏا“ جي سري هيٺ لکيل.
> ١-٥-١٩٧٦ع

⊛ ڏهاڙيءَ وانگر آفيس مان لڪري:
نپوڙيل ذهن مان، ساڻي جسم سان گهلبندي گهر جي در تي پهچڻ تائين، احساس ٿيندو، وهايل، اڻ-چاڻ پنهنجو پاڻ کان.
ڪاف ڪولي اندر گهڙڻ سان: ڪلهه وانگر اڄ به، ٿيڏل هوا جي اوچتي جهوٽي وانگر خالي خالي گهر جي عجيب سانت، پسي زندگي، موت جهڙي ويرانيءَ جو احساس ڇپائيندڙ گهر، لڳندڙ: ڄڻڪ، زندگي، زندگيءَ جي هربر ۽ تازگي کي گهڙيون اڳ موڪلائي ويل. مرونڊل روح ۾ رانيوڻا هڻندڙ پيانڪ سڃي سمان سانت.
ان کي سرءَ واري اداسي-وڏيڪ ڇڙو ڪندڙ. چاپوڙا لڏل پٽين تان مڃندڙ اس جا ٽڙڪا، ان پاسائيءَ کي وڌيڪ پيانڪ بڻائيندڙ.
جهوليءَ-ڪٽ تي-پاڻ مڃيندي، نپوڙيل ذهن ۾ نستن

احساس ڪارڻ هيٺائيءَ جو گهر سنڌ سنڌ، جي سور سان ملندڙ مٺڙو، هلڪڙو سرور پيريو مزو.

پاڻ ٽڳندڙ ويساهه سان ته: "ٽڪ پڇندڙ"!

مرونڊل احساس، ساڻا سنڌ، ڪڪا مهل، ڳول تائين اڻين ئي ڇڪنا ڇور، اڌ-منا-پيل، گهيل جهوليءَ ڪٽ اندر، جيئن جو تيئن، ڪيتريءَ مهل تائين اڻ مرتو.

وڌندڙ اوندهه، سانت ۽ ويرانيءَ کي وڌيڪ پوائتو بڻائيندڙ، اوچتو، ڏکيي، اوڻهي ساهه سان: مرونڊل حواسن اندر، زندگيءَ جي ويران هٽ، ڪنهن زبردست ڪوٽ هٽ جي چيريندڙ وهڪ جي رواني.

هيءَ حياتيءَ به ـــ ناس سان ڏکيو، اوڻيون ڪنهل پيو ساهه، جسم جي چوڌاري: پنهي هٿن جون آڱريون ملائي لڪاءِ ۽ جسم کي سيني نڙڪات.

هن چوڌار سان ڦٽڪندڙ پولائيون ڪائيندڙ روح، ان پوائتي، سانت واري ويرانيءَ ۾.

پرندڙ تيليءَ جو شعلو، سگريٽ جو ڪش، ڪش مٿان ڪش ڦهلجندڙ دونهون.

عاشي. پريل، مٿي اڀريل گناهه خماريل اکيون. سانورو رنگ. در گوليندي: "آءُ دير ڪجي؟" پريشاني ليڪا پائيندڙ منهن منهجان.

ڪشن مٿان ڪش، ڦهلجندڙ دونهون. آڳر جي ڪنهن ۾ اجڙيل چاهه، پرمان پيل ڪانيون. چاهه ۾ آڱر ۽ چار، پنهري ويڙهل عاشي سنجيءَ تي. پرندڙ باهه چاهه ۾، تنهن تي پچندڙ

ماني، عاشيءَ جي مٿي تان رڙو سرڪي ويل، ڏکي ڪاري
چونيءَ جو ڳل زمين کي ڇهندڙ.

پڇتاءُ: پاليان ٽو ڪيس پڳي هي ٻيو مهينو اوهي ٽيو آهي.
اوچتو، سگريٽ جي پاڙ، ٻرندڙ تيليءَ جو شعلو، ڪش مٿان ڪش،
ڦهلجندڙ دونهون.

زندگيءَ جو هي سفر به ڪيڏو ٻوائتو آهي!

"your mother died reach immediate"

ڌڪندڙ هٿن ۾ تار پوري زور سان ڌڙڪندڙ دل. سمجهه
۾ ڪجهه نه ايندڙ. ڌڪندڙ هٿ، ڦاڙيندڙ پنو، لکندڙ درخواست
موڪل جي.

'ماءُ مري، اڄان ته ماءُ جمڙي ٿئي. پڪو وڃي پرديس
۾ —' ٻاڪر، چميون، دعائون- گهنجيل منهن جي سسيل اکين
۾ ڳوڙها، ڳوڙها ٽمندڙ ڏکي نڪ جي چوٽي ڳاڙهي ٿيل.
سنهڙا چپ دعائون ورجائيندڙ.

'عاشي. اڙي امان! پاڙي لاءِ ٻاٽي ڪوسو ڪوئم ڪندينءَ
ته هٿ- منهن ڌوئي'. اکرن اکر مان پاڻوهه ٽمندڙ.

'ها امان، اجهو ٿي ڪيان'.

ويندڙ عاشي رڌڻي ڏانهن. ڏکي چونيءَ جو ڳل ٻولهه
تي، هاڻ ٽينگ ڏيندڙ.

"بس ابا، شل ڌٽي وڏي چمار ڏيئي،" اونهو ساهه، ساهه
۾ ڳتيل پيڙا جو پڙلاءُ، 'مرحيات پٺين جي وڃڻ کان پوءِ،
جيڪو جيءَ ۾ مت هيم، جان هيم، سا ابا؛ توهان جي لاءِ-
پڇاءِ وسان ڪين گهٽايم. بس، هاڻي ته اڇي پڳي آهيان. تون
به هاڻ جوان آهين، پنهنجي پيرن تي بيٺل عاشيت به اهي چڙهي
آهي. الاءِ ڪيترو جيئان. هاڻي ته هيءَ جهوري اٿم ته، پنهنجو
ڳهر وسائي ۽ نياڻيءَ جو بار لاهي پوءِ وڃي قبر...."

زالن جي روئڻ جو آواز.

اگڻ جي وچ ۾، کٽ تي پيل، اڇي ڪپڙي ۾ ويڙهيل.

'ادا — امان — هاڻ — ' عاشيءَ جي اوڇنگار.

'ابا، ساڻهين کي آخري پيرو.'

'بس ٻچا رب جي رضا هئي، بندو ڇا ٿو —'

رت - ٻنا، اڇو ڪاڳر جهڙو منهن. اکيون پوريل.'

'هاڻ امان. منهنجي جيجل —' عاشيءَ جي اوڇنگارن جو لڳاتار سلسلو.

لڳاتار سلسلو.

خاموش، ٻت ٻڌيل، هڪ هنڌ بيٺل.

ڳوٺ جو گهر: ڪچو اڱڻ - ورانڊو - ٻه ڪوٺيون - پينگهو - ڪوٺيءَ ۾ کٽ تي هنڌن جو ڍير - هلڪي اونده - ليپي ڏنل مٽيءَ جو سڳنڌ - عاشيءَ سان راند: اک ٻوٽ - گڏين - ڇيڪلي - آڳ ٻجائڻ - لڪ - لڪوٽيءَ.

سرءَ جي مند - پڪريءَ جا ورندڙ پاڇا. سوٽهل اسڪول مان، ڪائڻ ڪان پوءِ

'عاشي آچ ته راند ڪيون.'

'ڪهڙي؟' 'ڳٽي ۾ ڇکو.'

'تون ٻڌاءِ.'

'نه پائي تون ٻڌاءِ.'

'مان ٻڌايان؟' ڳهڙي سوچ ڪان پوءِ تڪڙي آواز ۾ پينگهي ۾ ڳاڏيءَ ڳاڏيءَ.

'ڇگو.'

'مان ڊليون ٿو ٿيان ۽ تون ڳاڏيءَ ۾ چڙهجانءِ ها نه.'

'ڇگو.'

'ها —'

زُم سان لُڏندڙ پينگهو.

چِـُم - چِـُم - چِـُم - چِـُم - چِـُم - چِـُم - ڪَـو - ڪُـوڪُـو!

'پاسو ڪيو پاڻو، پاسو ڪيو. گاڏي اچي وئي. ڪُـو-ڪُـوڪُـو!' زم سان لُڏندڙ پينگهو پيئل. 'اچو، اچو، جلدي وهو. نه ته گاڏي هلي ويندو، وڃي واڪي.

عاشي: مٽي تي پوتي- ٻرقعو ٽيل، بغل ۾ ڪپڙي جي گڏي، هٿ ۾ ڪپڙن جي هڙ. وهندڙ پينگهي ۾ -

'مُ ي ٽڪس ورتي ٿئي؟

'نه پاڻي.' عاشي بغل ۾ گڏيءَ کي لوڏيندي، پرچائيندي.

'مائي پهرين ٽڪس وٺ پوءِ گاڏيءَ ۾ چڙهه.

'چگو گاڏيءَ وارا گوٽ جي ٽڪس ڏي. هڪ منهنجي هڪ منهنجي هن ڪڪيءَ جي.'

ڪـُو- ڪـُوڪـُو - چِـُم چِـُم - چِـُم - چِـُم چِـُم - چِـُم زم سان هلندڙ پينگهو.

'مٺا، پينگهي جي پٺيان چو اچي پيو آهين. لهه ته ٽنگ ڀڃانءِ'

'امان - راند ٿا ڪيون.' ايلاز

'نه نه، پينگهو پيڇي پوندو، پٺيان جيئرو وينو آهي جو ڌهرائي ڏيندو.'

لٽل، هارايل منهن.

'اڙي شيطان ڪن کولي ٻڌ: هيئنر گهوڙي کن لاءِ ليٽيان ٿي، جيڪڏهن گوڙ ڪيو اٿئي ته پاڻهي خبرون پوندئي.'

سس پُس ۾ عاشي چوندڙ: 'ادا شبو، هاڻي ڇا ڪيون؟'

چپن تي آڱر: 'شٽ' سرپاٽ ۾: امان کي سمهڻ ڏي.

'عاشي گهوڙي راند ڪيون؟'

'اَڪ - پوٽ.'

'نه پاڻي گوڙ ٿيندو.'

'ڀلا ڳهر - ڳهر رهون. تون تيءَ بابا ۽ ماں. امان هيءَ ڳالهي اسان جي ڏيءَ.'

'ڇڪو. پنهنجو گهر هن ڪوٺيءَ ۾ ٿا ڪيون.'

بند ڪوٺي، منگهم مان ڇٽي ايندڙ روشني. عاشي ڪوڙ-پڇائيءَ ۾ پوڙ رڙيندڙ. لائي، پگهڙن ۽ پوڙيندڙن جو ڳالهو ڳالهو ڪان پوءِ عاشي ڪوڙي اوپاسي ڏٺي هوندڙ: 'ائي الا! رات ٿي وڃي آهي. اچو ته سمهون.'

آسهون ساسهون سٽل. ڪوڙ ۾ اڪيون پوٽيل.

ڪوٺيءَ جي ٿڌاڻ ۾ ڪجهم ڪجهم محسوس ٿيندو. اڻ-چاٽل، سرندڙ اڳتي عاشي ڏانهن، 'عاشي، ٿورو اورتي سر' پاسورا ۾ جسم ملايل. ڇمي، پاڪر- عاشيءَ جي ٻڙيءَ کي ڇهنڊڙي. زور سان پاڪي.

'هاءِ الا! شبو ڪيڏو مزو ٿو اچي.'

هلڪو ڏڪندڙ آواز. شبو - مون کي ته سيءُ ٿو ٿئي. ٿورو اورتي سيُر.'

اوچتو، لپاٽ- حواس وڃايل. 'سٺا بدافعال، اهو افعال سکيو آهين. پيٺ سان!'

لپاٽ مٿان لپاٽ. چنبڙن ۾ هٿ، ڇڪي مٿي ٻهاريل. عاشيءَ کي لت. اٿ ڇوري، ڪار مُنهن، بي‌حيا.'

عاشيءَ جو هيسول، ڊنل، رت-ٻنا منهن.

'هل ڙي ٻاهر' تکو، کهرو آواز. ڳاڙهيون اکيون. وري جي هن لوفر سان کيڏي آهين ته چلا چيري لوڻ ٻرڪيندي سانءِ ڪٽي ڪنهن جاءِ جي.'

ڪنڊ ۾ ٻيٺل. ڪنڌ هيٺ، پشيماني ۽ ٻهم پر گهري ڏوهه جو احساس.

منهن ۾ گهروڙيل ٻُڄو: 'تڪ ٿئي بي‌غيرت. جهندي موت نٿي آيئي.'

سگريٽ جي ٻاڙهه وڌندڙ اونداهه ۾، ٻرندڙ تيليءَ جو شعلو، وسامي ويل تيلي. دکندڙ سگريٽ جو ڳاڙهو ٽانڊو.

ياد اٿم: اها شام ۽ اها رات، ڳپل ماحول تائين پهتا ڇوليون ۾ گناهه ۽ پڇتاءَ جي گهري احساس هيٺ ڇيڇاڙ ۽ لوڇ پوڇ. پٺڪ مان پڪو پهه ڪيو هيم ته: هاڻي ڪڏهن به به عاشيءَ مان نه کيڏندس. نهٿ هوءَ ڇوڪري آهي، مان ڇوڪرو.

ان ڏينهن کان پوءِ عاشيءَ سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو هوم. سانس نظرون ملائيندي شرم ٿي آيو. کانئس پري پري ۽ ڇپيو رهڻ لڳس. اسان سان ڳالهائيندي لڄ ٿيندي هئي. عجيب ڏوهه جو احساس ٿيندو هو.

۽ ان کان پوءِ هڪ ٻيرو اوڏيءَ مهل اسان اندر ستي پئي هئي. مان اسڪول مان موٽيو هوس، ورانڊي ۾ عاشي اڪيلي ڪڏين راند کيڏي رهي هئي. ڪڇيءَ مان ڪتابن جي ڳوٿري لاهي کٽ تي ڦٽي ڪيم. مانيءَ لاءِ چلهه ڏانهن وڌڻ لڳس. عاشي اٿي، اڳ وڌي بيٺي.

منهن ۾ ڏسندي: 'ڀائوشبن تون رسي ويو آهين؟'

ڪوبه جواب نه ڏنم.

'هان ادا ٻڌاءِ نه. تون سچي پچي رسي ويو آهين' هان؟'

'عاشي، هاڻي اسين هڪ ٻئي سان نه کيڏنداسين.'

'ڇو ڀلا، ادا.'

'ان ڪري جو مان ڇوڪرو ۽ تون ڇوڪري آهين نه - اُن جي ڪري.'

آن ڏينهن وارو، اماڻ جو منهن ڪڏهن وساري نٿو سگهان: ٽپي ڳاڙهو ٽانڊاڻا اکيون، تن مان نفرت جو جهپون. اها نفرت ڪڏهن وساري نٿو سگهان. ۽ اهو خيال، جيڪو عاشيءَ سان راندکيڏڻ ڇڏي ڏيڻ کان پوءِ کٽڪڻ لڳو هو.

ست ٻيا ٽين اڳيو پوءِ ماني ٻه ڪائي اچان ۽ سگريٽ ٻه وٺي اچان. ڀانيان ٿو، سڄي رات جاڳڻو پوندو، جهڙو سوچ رخ اختيار ڪيو آهي.

لڳاتار راتين جي هيءَ جاڳ — هون، علاج ٿيڻ گهرجي. ٽرنڪو لائيزر بهتر آهي. پر، اوچتو، جيڪڏهن خود ـ ڪشيءَ جو خيال —

بڪواس آهي. هڪ ته اهڙي جرئت ڪانه اٿم، ٻيو ته، ڪيڏي نه سٺي زندگيءَ آهي، ان کي ڇهتيل رهڻ ۾ مزو اچي ٿو. هيءَ حقيقت ميڄڻ گهرجي. وقتي خود ڪشيءَ جا ايندڙ خيال، رڳو جذباتي اظهار آهن. ها، ذهني عياشيءَ هيءَ ٻه هڪ قسم جو رومانس آهي. ذهني داد — عشرت آهي. هُنه —

مانيءَ جي خيال سان، ٻنهي جي جهوپڙا هوٽل جي ٿڌي دال، اگري ڏپ واري ڀوڙ ۽ سڪل مانيءَ جو دل ڪچي ڪندڙ تصور.

گرم ماني دٻڪيءَ تي. ديسي ڇڻيءَ جي پياليءَ ۾ گوشت جو ڀوڙ: دونهون نڪرندڙ. وڻندڙ لذيذ گرهه.

'عاشي ڀوڙ ته واهه جو رڌو اٿئي.'

'ادا گرم مسالا وڌا اٿمانس نه.'

عاشي ويٺل تاڪيءَ تي، چلهه جي پرسان ٻرندڙ. باهه جون جهپون. آلين ڪاٺين جا ٽڙڪا. تنهن تي عاشي اٿلائيندڙ ماني. مثل ٻڪ جو احساس. رڳو سگريٽ وٺي ٿو اچان. اوچتو! سگريٽ وٺي، واپس اچڻ؛ کٽ تي ليٽي ڪتاب پڙهڻ، سمهڻ سمهي ڇت ۾ گهوري، پاسا ورائي، ننڊ جي ڪوشش ڪرڻ جا تصور ذهني الڪي ڏياريندڙ. ان سان گڏ، گهر ۾ اڪيلي هجڻ، اڪيلائپ ۽ سانت جا احساس ڏنگيندڙ.

انڌاهون قليليءَ وارو روڊ —

قليليءَ جو ڪپ: ڇپر، گاهه ۽ ٻوڙن سان ڍڪيل. پاسي کان اچيءَ موريءَ ڏانهن ويندڙ اونڌاهون رستو. وڻندڙ ٿڌ. پري

ڪان شهر جون روشنيون، روڊ جي ٻنهي تي ڊونڊانيل، روشنيءَ جو ڀرم پيدا ڪندڙ ميونسپلٽيءَ جا بلب ڪپ جي سٽانهين زمين تي اڏيل جهوپڙيون. تن ۾ جهڪي، پرسرار لڳندڙ لالٽينن جي روشني ڦليليءَ جي ساڄي ڪپ تي روڊ سان لڳ ڦهلجي آيل قبرستان.

هن سانت ۾ اونده ۾ ڪيڏي نه مانوسيت واري پنهنجائپ ٿي لڳي! دل ٿي چوي، زندگيءَ جو سمورو سفر ائين ٿي گذري وڃي زندگيءَ جو سفر، اڪيلو ئي اڪيلو، ڪيڏو اٽانگو، خاموش.

ڳالهايو اٿم ته پنهنجو پاڻ سان.

شام. لهندڙ سج جا پاڇولا پٽين تان گم ٿي ويل. در جي چائنٺ اڪ ڙدي، ساهمهون در کولي بيٺل عائشه جي پنبڻين جي جهالرن اندر چمڪندڙ ۽ اوسيڙي ۾ پريل اکين سان، اکين جو ٽڪراءُ.

بوٽ لاهڻ سان تمز ۾ تکي، نڪ ۾ گهڙي ويندڙ ڌپ.
ذهن ۾ ڏيک پڌل، عائشه جون اوسيڙي پريل ۽ ڪجهه چوندڙ پر چئي نه سگهندڙ اکيون.

ساني ڪائيندي:
'ادا.'
'هون.'
'توکان هڪ ڳالهه پڇان؟' ججهڪندڙ آواز.
'ڪهڙي؟' کوکلي اندر جو آواز.
'تون،' هڪ، 'توهان سدائين چپ چپ رهندا آهيو؟'
'ها!، ٿيڪ، سنڀالندي، 'بس — آهيان.'
'ادا، ڪا ته ڳالهه آهي. جڏهن اوهان ڳوٺ ۾ رهندا هو، تڏهن به ڏاڍو ٽهڪندا، کلندا ۽ ڳالهائيندا رهندا هو.'

بيزاريءَ نه وٽندڙ اهو ذڪر.

'ادا، امان جي وفات کان پوءِ، جڏهن کان مان اوهان سان هت، حيدرآباد ۾ آئي آهيان، سچ پچ هيءُ گهر مون کي ڪاٽڻ

ايندو آهي. هنيانءَ پوسائبو آهي.“ گهڙي ماٺ کان پوءِ ’نڪا آهي ڪا وسنهه ۽ نه ٿي وري ڪو...“ هيڪ سان: ’ادا، امان به ويچاري آسون پلي ويچي آراسي ٿي. اوهان. جيڪر شادي ڪري ڀاڇائي....“

عاشي: ڪنڌ جهڪيل، آڱر کي ويڙهيندڙ رڏو.

’ها ادا، هاڻي ته اوهان به دير سان ٿا اچو سو مون کي دپ....“

’نه، عاشي، ڊڄڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. شهر آهي، ڪو جهنگ ٿوروئي آهي.“

چپ.

ياد اٿم: سڄي رات ننڊ ڪانه آئي هئي. اهو ته مان به نٿو ڄاڻان چپ ڇو ٿو رهان.

ويچاري عاشي — منهنجي شاديءَ جا خواب ڏسي ڏسي، پاڻ.... ڪٿي منهنجي شاديءَ جي ذڪر پٺيان هوءَ پنهنجي لاءِ احساس ته نه ڏياري آهي—؟ ممڪن آهي. انهيءَ ذڪر کان پوءِ هڪ مهيني ۾ ٿي هوءَ ڀڄي....

نه— مون کي اهو چوڻ جو حق نٿو پهچي. ته چوان: هوءَ ڀڄي وئي. هوءَ منهنجي ٻانهي نه هئي. مون وٽ پالتو جانور وانگر پاليل يا ٻڌل ڪانه هئي، جو مان هن جي، وڃڻ کي— ٻين لفظن ۾ خود،مختاريءَ سان پنهنجي وات اختيار ڪرڻ کي چوان ته ڀڄي وئي. هوءَ آزاد ۽ خودمختيار هئي. (هئڻ گهرجي) هن کي پنهنجي زندگيءَ بابت فيصلي ڪرڻ ۽ وات جي چونڊ ڪرڻ جو مڪمل اختيار هو (هئڻ گهرجي).

ها، البت جيڪڏهن مون کي پنهنجي فيصلي کان واقف ڪري ها ته ....

ممڪن آهي هن ائين ضروري سمجهڻ مناسب نه سمجهيو هجي، انهيءَ ڪري— يا، هيءُ به ممڪن ٿي سگهي ٿو ته، منهنجي خاموش، ابنارمل لڳندڙ ورتاءَ ۽ سندس ۽ منهنجي وچ

روايتي ڳھري ناتي ۾ منھنجي ڊارٽيپ واري انداز ڪري، ھن کي پڌائڻ ڏکيو لڳندو ھجي ۽ ھوءَ اخلاقي جرائت جي ڳھٽائيءَ ڪري، دل جھلي نہ—

بھرحال، مون کي پراميد رھڻ گھرجي. منھنس لاءِ دل جي سچائي سان نيڪ خواھشون رکندڙ مخلص دل جي اھائي تمنا ٿي سگھي ٿي تہ، ھوءَ جتي بہ ھجي خوش ھجي. ۽ جنھن اندازي موجب مان سوچيان ٿو تہ، ھوءَ سامھون رھندڙ ماسٽر سان ٿي.... جيڪو اوچتو رات ڳم ٿي ويو، سڀني سياڻن جو لڳندو ھو— ڇو تہ انھيءَ ذڪر ڪي، جو ڪجھ ٿيو— ھٿون، پاڙي ۾ ۽ آفيس ۾ جيڪو ڪجھ چيو وڃي ٿو، ھا، انھيءَ جي مون کي پرواھ نہ ڪرڻ گھرجي. ھڪ تہ ھن ڪري جو، اھا پڻ-پڻ آھستي آھستي روزمره جي انيڪ واقعن ۾ پاڻمرادو ڍڪجي ويندي. جڏھن انھيءَ ۾ نواڻ نہ رھندي، تڏھن ڪوبہ ڇو؟ مون سان لاڳاپو رکندڙ انھن ڳالھين ۾ دلچسپي وٺڻ ڇڏي ڏيندو. اھا انھن جي ضرورت آھي تہ، ھھڙي قسم جي واقعن ۾ ڏوندي وارو پھلو ڳولي، انھيءَ کي چٿيندا رھن. پر منھنجي لاءِ اھم ڳالھہ ھيءَ آھي تہ، مان چپ رھان. البت ھيءُ چٽيءَ ريت سمجھان ٿو تہ ڏيکاءَ واري ھمدردي اھا منافقت آھي، جنھن کي مان ڪڏھن معاف ڪري نہ سگھان. جڏھن تہ اھو پليءَ پت سمجھان ٿو تہ، ڏيکاءَ واري ھمدردي ڪندڙ اھي انسان، پرڪ پنھنجن راھ زنين ۾ ڪھڙيءَ ريت سون بابت ڪرپٽي مٿيندا ھوندا. خير، منھنجو ڇا، بس، منھنجي لاءِ اھم آھي تہ، عاشي نہ— ڏس، شبر تون سوچ جي پنڌي تان لھي رھيو آھين— مان بہ ڪيڏو نہ عجيب ڏينھون ڏينھن وڌيڪ.

ٿڌ وڌي رھي آھي. حيدرآباد جي رات ڳھميل ٿڌ ۾ عجيب قسم جو ڳھر آھي، جيڪو لڳ لڳ ۾ نشو ڀريو ڇڏي.

آفيس: مون فائيلن سان سٽيل. ڪرسي، لڳندڙ، وجود جو اٿيچندڙ جز بڻيل.

منافق.

— شبير صاحب، هو.... پڏوسين تہ، خبرناهي سچ يا آهي
يا.... اوهان جي مسٽر....

— ها.

— پوء، ڪا خبر پئي؟

— نہ، پر منهنجو اندازو آهي تہ اسان جي گهر جي سامهون
هڪ ماستر رهندو هو، انهيءَ سان....

— پوء، اوهان ڪا جاچ يا ڪوشش....

— نہ. مان ڇا ڏو ڪري سگهان.

(جڏهن تہ هن، پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش موجب ڪنهن
بہ صاحب سان پنهنجي زندگي گذارڻ جو فيصلو ڪيو).

— نہ، تہ، بہ هوءَ....

— چپ.

(ظاهر آهي تہ، اهڙو فيصلو ڪرڻ کان اڳ، هن پنهنجي
مستقبل جي باري ۾ چڱيءَ ريت سوچيو هوندو ۽ هيءَ بہ ظاهر
آهي تہ، هوءَ پنهنجو پاڻ لاءِ نقصان جو ڪڏهن بہ سوچي نٿي
سگهي. جو ڪوبہ انسان پنهنجو پاڻ کي ڇيهو رسائڻ نہ چاهيندو.)

— نيٺ ادا، تنهنجي پيڻ هئي، تون هن کان وڏو ۽
مرد ماڻهو....

— چپ.

(ڪائنس وڏي هجڻ ڪري يا مرد ماڻهو هجڻ ڪري،
مون کي سندس مستقبل جي فيصلي ڪرڻ جو ڪوبہ آخري حق
تہ پهچي نٿو سگهي.)

هارڊ - بورڊ جي پارٽيشن سان هيڊ ڪلارڪ جو ڊار ڪيل
ڪمرو. ڪمري مان ايندڙ پڻ-پڻ- نما سرپاٽ ۾ آواز:

— ڪرئڪ آهي.

— نہ يار، بيغيرت آهي. (فيصلو)

— پيلا غريب ماڻهو. نہ اڳ نہ پٺ. ڪڇي ڏو تہ خواري. تنهن ڪان مٿي بہ ماٺ، هيٺي بہ ماٺ.
— هونئن بہ هڪ ننڍون چوريءَ لاءِ ستا ڪٽ ڇو ڪري.
— ها، ڪنهن آڳر وڏي پلي آهي.
— اهڙين پاڇوڪڙ رنن ڪي تہ گهٽو ڏئي اندرئي اندر پوري ڇڏجي.

بزدل، منافق. تنگ نظر ڪرنل. دراصل اها چوڻي درست آهي: تہ ڏوهہ وارو احساس رکندڙ فيصلي واري احساس ڪي گهٽڻ لاءِ وڌندا آهن. اهوئي سبب آهي جو هو، فتوي ڏيڻ ۾ ڪابہ دير نہ ڪندا آهن.

خير، جهتوٽيڪ آفيس ۾ هن قسم جي سرپاڻن ڪنهن حد تائين ڪوفت ڏني آهي. پر اهو سڀ ڪجهہ وقتي آهي. سڀ ٽي، اهي سرپاٽ ۽ راءِ زنيون ختم ٿي وينديون. پر جڏهن انهن سڀني ڳالهين تي منهنجو وس نٿو هلي ۽ نہ ئي هلي سگهندو، تہ ڇو مان سوچي سوچي اجايو پاڻ ڪي پريشان ڪري رهيو آهيان.

اوچتو: پنهنجلائي.

اهو بہ ٿي سگهي ٿو.

ڪٿي مان پنهنجو پاڻ ڪي زوريءَ لاتعلق رکڻ جي ڪوشش ۾ هيڙي قسم جي دليل بازي ڪري ٺڳي تہ نہ رهيو آهيان! پنهنجي ڪمزوريءَ ۽ وس نہ پڄڻ سبب، سوچ جو هيءُ انداز...

پاڻ- ٺڳڻ. هئنم——

ذهن خالي. پنواڻي.

ڪا مهل ائين.

جيڪڏهن ائين آهي بہ، تہ پوءِ مان سمجهان ٿو تہ، جيڪڏهن، مون ڪي زندهہ رهڻو آهي، ۽ هنن حالتن ۾، جتي منهنجو وس نٿو هلي، تہ پوءِ: پاڻ-ٺڳڻ ضروري آهي. هڪ ضرورت: جا بهرحال زنده رهڻ ۾ هٿي ڏئي ٿي. هڪ بيوس: لاچار انسان....

پوليس ۾ رپورٽ؟

ريلوي اسٽيشن جو ويٽنگ روم. رات جا ٻارنهن. انتظار ڪندڙ، اڪيلو ويٺل، ويٽنگ روم ۾. اوچتو: پنج پوليس وارا هڪ عورت، لڳندڙ مسافر، کي اندر وٺي آيل، ٻي وسي ٿمندڙ منهن منجهان.

— 'مسٽر ڪمرو خالي ڪر. انڪواري ڪرڻي آهي'.

چپ چاپ ٻاهر نڪري آيل.

ڪمري جو در بند.

عورت جون دانهون. ڪوڪون.

دانهون ڪوڪون ماٺيون ٿيل.

گهڻي دير کان پوءِ پوليس وارا نڪرندڙ ڪمري مان؛ ٿڪليا ٿيل، ورديون مروڙيل.

ڪاٺوارجندڙ وار. ڪٺا. قانوني رهزن. ڏوهاري: جن جي جسم تي تحفظ لاءِ قانوني جبو اوڙهيل آهي. رت جي ولوڙ ۾ تيزي: ڪانئن نفرت، انتهائي نفرت جي اظهار لاءِ لفظ نه ملندڙ، جوش جو غلبو سڄي وجود تي، پيٽيچو—

رستي جي ڪپ سان ويٺل چڙن وارو. پوليس واري جي چمڪندڙ ڪاري بوٽ جي لت ٿالهه تي. چٺا پڪڙيل. پوءِ هڪ ڀرپور لپاٽ، چڙن واري جي ڳل تي—

نفرت سان گڏ بغاوت.

هي اهي ڪميٽا ڏوهاري آهن، جن جي هر ڏوهه کي قانون جو تحفظ مليل آهي.

وڏيري جي اوطاق، گجندڙ ٿلهو صوبيدار، هيسيل ٻڌل، ڦتوءَ جي پيءُ.

'ڪيجري ٻڌاءِ ته ڦتوءَ سان گڏ ٻيا ڪير هئا؟'

'سائين ڏٺي ڏو چاڻي مون کي....

'چپ ڪر لوندي. ٻيا تنهنجا جهڻ.... ها جو نٽي ٻڌائين.'

چڙن ۾ لت.

'رئيس، هيءَ ائين ڪانه مڃيندي. اڙي او—'

ڦٽوءَ جي پيٽ جي ڪانچ ۾ پونگڙو دانهون ريهون ڪندڙ، ٽپڪا ڏيندڙ، پاڏائيندڙ، ايلاز ڪندڙ....

ٽانڊي جي ڪوٺي. اگهاڙيءَ پيل عاشي، دانهون، ڪيڪون ڪندڙ. ڪنجهندڙ، ڪڙڪندڙ وردين جو ڍگ. اگهاڙا بيٺل پوليس وارا —

نس نس ۾ نفرت، ڪاوڙجي باهه ڏنب ڏيندڙ.

چٽڪ خواب مان سجاڳ ٿيل. مونکي، هيٺو وجود. پاڻ ڏکڻ لاءِ ٿي سهي، پُر اميد رهڻ ڪان سواءِ ڇا ٿو ڪري سگهي. ڪيڏو لاچار، بي وس. زندگيءَ جي رڃ ۾ پٽڪندڙ روح؛ جو آهي؛ هستي رکي ٿو. پوءِ به ناهي جو تڇ آهي؛ هيٺو آهي.

گهري، گهتيل، روح جي پاتال تائين عجيب قسم جو درد ڏيندڙ پيڙا.

ڊگهو، اونهو ساهه، لڳندڙ پيڙا جو پڙاڏو.

ڪش مٿان ڪش.

قبرستان: پرندڙ ڏيئو هڪ قبر تي.

قبرستان جي هيءَ ماٺ! سنسان ماحول واقعي پراڻيو لڳندڙ آهي، پر پوءِ به عجيب قسم جو انس —

هن دور ۾، جڏهن جيئرن انسانن جي رهڻ جو مسئلو ايڏو شديد ٿي ويو آهي، تڏهن مئلن کي غيرضروري طور هيڏي ساري زمين ڏيڻ ڇا بي وقوفي ۽ جهالت نه آهي! هن جاءِ تي ڇٺن-پنجن منزلن واريون پڪا ٿي پلڊنگون خوشيءَ سان اڏجي سگهجن ٿيون. جن ۾ ڪيترن ئي جيئرن انسانن کي سولائيءَ سان رهائي سگهجي ٿو. ممڪن آهي، اڳتي هلي ضرورت مجبور ڪري ته پوءِ —

پرندڙ ڏيئي واري قبر شايد نئين آهي.
موت اٽل آهي.
گهر: اجڙيل ويران. لڳندڙ کنڊهر. ماضيءَ جو هڪ يادگار. ماضيءَ ۾ ڪا زندگي هئي، احساس ۽ جذبا ها. چرپر ۽ حياتيءَ جا آثار ها.
ذهني ٽيڙ----؟
عاشيءَ....؟ ها، اها زندگي عاشي هئي، جنهن جي وجود جي موجودگيءَ پرپور زندگيءَ جوااظهار هو. هن جي وڃڻ ڪري پيدا ٿيل هيءَ ويرانيءَ جو احساس، انهيءَ احساس ۾ اڪيلائي، اپائڪائي گڏيل! هتي اچڻ کان اڳ، جڏهن هوءَ نه هئي، اڪيلو هوس تڏهن اڪيلائيءَ جو احساس نه هو. پنهنجي وجود جي موجودگيءَ جو احساس نه هو. ڪتاب. ها، هڪ روٽين لائيف جو ڪوهه. سان پاڻي ڪيندڙ بند اکين سان پاڻي ڪيندڙ بند اکين واري ڏاند وانگر بي منزل ڦيرو هو. ڪڏهن نه ڪٽندڙ. هن جي اچڻ، وڃڻ ۽ ڪجهه جاڳايو، جو اڳ جاڳيل نه هو. ٻنهي ڪجهه هوئي نه، هن پيدا ڪيو. لڳي ٿو هن جي اچڻ کان اڳ، پيدا ٿيل نه هئس. هن جي وجود زندگي ڏني. هن جي اچڻ، هلي وڃڻ زندگيءَ جي هجڻ جو احساس.
زندگيءَ جو احساس ڪيڏو نه پيڙا ڀريو، اذيتناڪ آهي. ڇا انسان ائين آهن؟ پوءِ به زندگيءَ سان پيار! شايد.... خير، سچ چئو آهي: زنده رهڻ جي خواهش ڪيڏي ڪمزوري آهي!
قبر تي پرندڙ ڏيئي جي ٽمڪ ٽمڪ.
پر موت اٽل آهي.
اوچتو: موت جو ڏپ سڄي وجود کي وڪوڙي ويندڙ:
جڏهن موت اٽل آهي، پوءِ ڏپ....
ڪمرو: در ۾ اندران ڪڙو چڙهيل کٽ تي بيجان جسم پيل: منهن سڏو، هڪ ٻانهن کٽ جي پانهينءَ کان هيٺ لڙڪندڙ وات ڦاٽل. اکيون کليل.

اتي، اُئين کي ڏينهن گذري ويل.
ڏپ. ڪيليون پٽيندڙ. مکين جا ميڙ. ڪينئان رڙهندڙ. ننڍا وڏا ڪينئان، وچڙيل، چرندڙ لاش تي. جسم جو ڪپيل حصو ڪاڏل. ٽنگ، مختلف هنڌن تي. پٽيل، ڏڪيل، ڪاڏل، هڏا نظر ايندڙ.

ماڻهن جو گوڙ.
گيٽي - الڪو - ڊپ.
مان به عجيب آهيان. جڏهن مرڻ کان پوءِ مون کي ڪنهن به ڳالهه جو احساس نه رهندو ته پوءِ هيءَ بي وقوفيءَ وارو خيال ڇو! بيجان جسم جيئرن جي حوالي، وٽين ته گند جي ڍير تي ڦٽو ڪن، وٽين ته – بهرحال، اهو مسئلو جيئرن جو رهندو ميٺان جو نه.
موت جو خيال ٿيندي، ذهن خالي، احساس ستل، ڊاريو پنهنجو پاڻ کان، ڊاريو پوري ماحول کان، جنهن ۾ هلندڙ.
پاسو ورايل، وڏيل اوندهه. اوندهه جو ڏيندڙ احساس، پرندڙ بلب. چوڦير لڳندڙ سنسان، چٽڪ قبرستان ۾ بلب، پرندڙ ڏئو، قبر جي مٿان ڏئو پري رهيو آهي.

سڏو سنئون ليٽيل کٽ تي، لڳندڙ مٿل، پيل قبر ۾:
’بڪواس آهي‘.
اڪيلائيءَ جو احساس. ننڊ جي ڀرپور خواهش هوندي به، اکين ۾ ننڊ نالي ماتر به نه!
ڪتاب پڙهان. اوچتو خيال -
HOMER — ODYSSEY:
ڪتاب جو خيال اڃا غائب ٿي ويل. نظرون ڇت ۾ ڪتل. ڇت تي پوندڙ پيلي پيلي روشني پراسرار لڳندڙ. هنڌ - هنڌ تان

پتن جا چاپوڙا لٽل، رنگ ڦٽل. عجيب قسم جون شڪليون:
آڏامندڙ گهوڙو. ڏڪي نڪ واري ڏائڻ. جبلن جي قطار. اڏامندڙ
پکي. لهرون. بن مانس. هرڪيولس.

شڪليون ڇڙندڙ. اوچتو هڪ نئين شڪل: اگهاڙي عورت.
يڪ - نڪ ايا ٽيل گوڏا.

عاشي اگهاڙي، اگهاڙي ماٺيءَ سان. بيوس، پگهريل.
ڪارائيل منهن. اذيت جي احساس کي دٻائيندڙ. مٿان چڙهيل،
اڏوڙت، بت ۾ پريل، اگهاڙو —

بدن ۾ تيز، گرم رت جي ڊوڙ. پگهر ۾ شل ٿي وس،
ڪمزور ڪريل هڻ جو گهرو، گهرو احساس.

بيوسيءَ جي اونهي، گهري ڏکي ساهه کڻڻ ۽ اکيون
چنيڻ سان، پت تي پوندڙ روشني ۾ عجيب شڪليون گم ٿيل -
ڪٿان ڪٿان چاپوڙا لٽل. چاپوڙا لٽل هنڌن تي چٽائي ڏسي،
انهن شڪلين کي ڳولڻ جي ڪوشش.

ذهن خالي. اداسي ۽ پيڙا جو گهرو احساس اداسيءَ ۽
ڏک جو اهو گهرو احساس؛ روح جي اونهائيءَ ۾، هيٺ؛ پاتال
تائين رهڻ جي پهتل. ڪجهه ڦاٿل هيٺينءَ ۾، ٻاهر نڪرندڙ.
ڪجهه منجهيل، هيٺ، روح جي پاتال ۾، ٻاهر نڪرڻ چاهيندڙ.

بي وسي — چٽو احساس، ساڳهه سان، انجو.

اکيون ڳوڙهن سان پرجي آيل. هستي هڪ هنڌ، چميل
ٻوٽي جيان. وهندڙ ڳوڙها.

اوچتو سڏڪا. چميل ٻوٽي ۾ سياڻي سان چرپر.
سڏڪا ....
سڏڪن مٿان سڏڪا. ٻوٽو سڏڪا پريندڙ.
سڏڪا .... ڪا مهل.

ٿميل سڏڪا، هڪ هنڌ جميل وجود. اڪيون ڪتل
هڪ هنڌ.

اوچتو: پاڻ - سجاڳيءَ جي احساس سان: روشني ۽ سڏڪن
جو احساس. اهو احساس. ويساهه ۾ نه ايندڙ سپني سمان لڳندڙ.
عجيب ڪل جهڙو. مرڪ چپن تي، چٽڪ پنهنجو پاڻ تي ٽٽول.
مرڪ ڦهلجندڙ، پنهنجو پاڻ تي تعجب جي احساس سان! پوءِ ٺهڪ،
ٺهڪ مٿان ٺهڪ. پنهنجو پاڻ تي.

ٺهڪ ....

ٺهڪن سان، اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيل.

ڪيڏو عجيب!

ٿهميل ٺهڪ. هڪ هنڌ جميل وجود. اکيون ڪتل
هڪ هنڌ.

ٿهميل ٺهڪ. هڪ هنڌ جميل وجود. اکيون ڪتل هڪ هنڌ.

اوڊيسيس رئندڙ. سڏڪا ڀريندڙ.
هن رنو. انهيءَ رئندڙ عورت وانگر، جيڪا پنهنجي مڙس جي لاش مٿان پاڻ ڦٽو ڪري وڏي واڪي سڏڪا ڀري رهي هئي. جيڪو بهادريءَ سان وڙهندي، پنهنجي شهر ۾ پنهنجن ماڻهن آڏو، گهر ۽ ٻارن جو بچاءُ ڪندي مئو هو .... ساڳي رحم طلب حالت ۾ اوڊيسيس رنو.

پنهنجي روشني تي ايندڙ ڪل.

ڪيڏي حماقت! ڪلندڙ، ڦهليل چپ.

سمهان. ڪافي وقت ٿي ويو آهي.

ننڊ نالي ماتر به اکين ۾ نه.

سگريٽ جي ياڙ. لڳڻ هڻ وقت تائين خواب ۾، جو سگريٽ جي طلب جو ذرو به احساس نه ٿيل.

پرندڙ تيليءَ جو شعلو. سگريٽ جو ڪش، ڪش مٿان ڪش. هونئن ته ننڊ ڪانه ايندي. بهتر آهي ته او ڊيسيسيءَ جا ڪجهه صفحا پڙهان، ته پوءِ من —

رڙهندڙ اکر هڪ هنڌ بيٺل.
رڙهندڙ ڪارا اکر....

اوچتو: نيٺ مان جيئان ڇو ٿو؟ جيڪڏهن مان مري وڃان، يا نه ڇمان هان، ڪهڙو فرق پوي ها؟..

هن ڪان اڳ جڏهن اڪيلو هوس؛ روٽين لائيف ۾ هڪ مشيني پرزي وانگر چرپر ۾ هوس، ته مون کي پنهنجي جيئري وجود جو احساس نه هو: آفيس - هوٽل - ماني - گهر - ڪتاب - ننڊ - ضروري حاجتن جو مشيني انداز ۾ پوراٿو. آفيس .... اسان جي موت ۽ عاشيءَ جي موجودگيءَ، مون کي پنهنجي وجود جو احساس ڏنو ۽ عاشيءَ جي وڃڻ ڪان پوءِ، اڪيلائيءَ جو پنهنجي وجود جي بار ۽ وزن جو احساس! هن ڪان اڳ، ڪتابن جي معني منهنجي آڏو هن ڪان وڌيڪ ڪانه هئي ته: مان پڙهان ٿو، جو ٻالڪپڻي ڪان وٺي ڪتابن پڙهڻ جو چشڪو لڳل اٿم. هر ڪتاب جي اهميت، ان کي پڙهڻ جي وقت تائين هئي ۽ بس! ائين جيئن ڪاڳر جي گلاس ۾ پاڻي پيءَ، ان کي ڦٽو ڪري ڇڏجي. ۽ هينئر اکرن جي هنن ڍيرن ۾ ڇڪ ڪجهه نظر اچيم ٿو. گهٽو ڪجهه، لڳيم ٿو هيءَ ڪارا ڪارا اکر مون کي ڇهنڊڙيون پائي رهيا آهن.. عاشيءَ ۽ حادثي ۾ اسان جي موت، مون کي پنهنجي هستيءَ جو احساس ڏنو، جڏهن ته هيءَ اکر ڪيلين وانگر منهنجي هستيءَ کي چڪ پائي رهيا آهن!

بڪواس آهي. سڀ ڪجهه بڪواس. هيءُ ڇا سوچي رهيو آهيان: اجايو، بي‌مطلب. هنيئر سمهان. صبح جو آفيس — ٻتي وسايان.

اوندهه. اڪيون ڀوريل. ننڊ لاءِ هٿرادو جاڪوڙ. پاسن جو ورائڻ. سڌو سمهيل. اکين تي ٻانهن.

اوچتو: احساس، اڪيلائيءَ جو. سانت ۽ اوندهه ۾ ڀريل هستيءَ، بي‌چين وجود ۾ ڪجهه ڪٺل هجڻ جو، جو هٿڻ گهرجي.

خالي ويران گهر: عاشيءَ جي ڇڏيل خال جو احساس—

اونهارو، ٿڌي ٿڌي هير هلندڙ. چانڊوڪي رات. چوڌاري سانت. پاسو ورائڻ سان ٿڌو ٿڌو مزو ڏيندڙ. پريان عاشي سمهيل. گول منهن، سانورو منهن، چانڊوڪيءَ ۾ وڌيڪ پرڪشش لڳندڙ. ڀوريل اکيون، گهاٽيون، ڊگهيون، هلڪو وريل ڀنڀٽين ۾ وڌيڪ خوبصورت لڳندڙ. دل چوندڙ ائين ئي چنڊ جي روشنيءَ ۾ عاشيءَ جو منهن ڏسندو رهڻ لاءِ. گهرو ڳتيل مزو ايندڙ ۽ ڇڪ.

ڀرپور خواهش: ڳٽي تي هٿ ڦيرائڻ جي. لسو، نرم ڳٽو. پوءِ ٻنهي هٿن ۾ جهلي، چمڻ جي. چمڻ سان گڏ، نرم لسن ڳٽن تي نڪ گسائڻ جي—

اوچتو: عاشيءَ جو منهن ٻنهي هٿن ۾ جهليل. نرم نرم ڳٽا. اکيون، اکين ۾. ٻنهي جي اکين ۾ ڳوڙها. عاشي سڏڪا ڀريندڙ. لڪايل منهن سيني ۾. ڀٽي ٽپر يندڙ.

سٽايل، قياس جو ڳيا، بي‌وس ۽ وجود.

ننڊ ڙي عاشي دانهن ڏيندڙ:

'امان، شبوءَ کي ڏسين ٿي.'

'ڇورا نپٽيا، پيٽ کي ستائيندي لڄ نٿي اچئي. نه سنهنجي گڏي تون مون وٽ آءُ. ڇا ٿو ڪرئي لوفر ڇورو.'

'امان، ڳٽن تي چڪ ٿو پائي ۽ ڇهنڊڙيون ٿو هڻي.'

نرم اڀريل، گول سنهول ڳڀا.

گهر ۾ آيل مهمان عورت جي ننڍڙي ڇوڪري اوچتو رانيات ڪري روئيندڙ.

'امان، او امان' عاشي تيز تيز وکن سان دانهن ڪندي ويندڙ، 'ٻڏايان ڪڪي ڇوٽي روئي — هو شبو آهي نه، انهيءَ ڪيس ڳڀني ۾ چڪ هنيو آهي نه، انهيءَ ڪري—'

'اي ڇورا، باڇاهه پير جي ڪا مار پوندئي، تون ته ٻارن لاءِ جهڙو آهين ڪردجال.'

خردجال — ڇپن تي مرڪ ڦهليل.

ڪونئرا، نرم ڳڀا، لسا لسا، تکي ڇهاءَ سان محسوس ٿيندڙ. چمي. پوءِ ڳڀن تي هلڪيون ٺڪيون هٿن جي ڀرپور سڌ.

ستل عاشي: منهن ڪان نظر هيٺ: سيني تي. ساهه کڻڻ ڪري سيني جو اڀار هيٺ مٿي ٿيندڙ. معصوم، سڀاجهڙو منهن.

عاشيءَ سان وهنجندڙ اگڻ ۾. قميصون لٿل. پراڻي ڦاٽل اجرڪ جون گوڏون پيل. وٽي سان پاڻي مٿان نا ئڻ سان، آڳر جو ڇنڪار ڪندڙ.

'عاشي ٿورو هيڏي اچ.'

پاڻيءَ جون ڦينگون اڏائيندي، ايندڙ.

ٻيڙيءَ تي آڱر رکندي، 'عاشي، هيءُ ڪارو ڪارو ڇا اٿئي؟' ٻيڙيءَ کي ڇهندڙي.

'الا — مري ويس، امان—' عاشي دانهون ڪندڙ پٺ سان پير سٽيندڙ.

'اڙي شبو، هڇا ڪا پوئي، تون ڇوريءَ جي پٺيان هٿ ڌوئي اچي پيو آهين.'

پٺ سان پير سٽيندي سٽيندي عاشيءَ جي گوڏ ڇڙي، ڪري پيل.

نظرون ڪتل عاشيءَ جي اوگهڙ تي.

گناهه جي احساس جو پڙاڏو. پڙاڏا....

سمجهان ٿو، هيءَ احساس روائتي اخلاقي قدرن سبب ٿي هجي. پر هن تجسس جي حقيقت پنهنجي جاءِ تي ٺوس آهي.

ڇا عورتن کي به، مردن جي باري ۾ ڇاڻ جو ههڙو تجسس ٿيندو هوندو؟

نه چاهيندي به، عورت جي اوگهڙ نظرن ۾ پيل. ڪٽيل.

زال — شاديءَ جي ڪيترا سال اڳ مرونيل، چيپاٽيل خواهش اجاگر ٿيندڙ.

هڪ مرد لاءِ زال جو هجڻ لازمي ضرورت؟

زال مڙس لاڳاپا: امان = بابا جي زال.

اڻ - وسهندڙ عجيب عجيب لڳندڙ!

چر-پر ڪندڙ به اگهاڙا وجود.

اڻ - وڻندڙ. ويساهه ۾ نه ايندڙ. ڪراهت.

ان ڏيک کي ڪيترن ڏينهن تائين ذهن مان ڪڍي نه سگهيو هوس. ننڍپڻ مهل:

جڏهن ٻاهر کيڏي ڪيڏي گهر آيس. عاشي ورانڊي ۾ گڏين - راند ۾ رڌل هئي. مان اندر ڪوٺيءَ ۾ وڃڻ لڳس. عاشيءَ رڙ ڪئي: 'نه نه اندر نه وڃ'. 'ڇو؟' مون کي چڙ آئي هئي. 'نه نه، ڇورا نه. بابا جهليو آهي.' جهڪي آواز ۾، پر لفظن تي زور. مون کي هٿائين وڌيڪ تجسس. در ڪولڻ لاءِ زور. اندران ڪڙو چڙهيل. در جي گِڙڪڙي مان اندر نظر: امان ۽ بابا اگهاڙا. عاشيءَ جو سس پس ۾ پريشان آواز، 'نه ڏس ڇورا، نه ڏس. بابا لاڪ لاهي ڇڏيندءِ.'

ڏيک ذهن ۾ ڏڪ ٻڌل. امان لڳندڙ مظلوم، بي‌عزت ٿيل. ساڻس همدردي، ايندڙ مٿس قياس ڳاڙهو پيار. بابا لڳندڙ وحشي، ظالم، لڳندڙ ڊپ، هيبت، نفرت.

عاشيءَ کي ڏنم. ٻئي هڪ ٻئي کي ڦڪا ڦڪا لڳي رهيا هئاسين. ڏوهاري!

ڪيترن ڏينهن تائين امان کي همدرديءَ، قياس ۽ مبهم

اٿ ـ واضح ڀيار، جنهن ۾ همدرديءَ ۽ قياس آتم هو، جي نظرن سان ڏسندو رهيوس. ۽ بابا کي نفرت ۽ حقارت جي نظرن سان!

هيءُ لاڳاپو منطقي؛ پوءِ به غير منطقي لڳندڙ، نطري؛ پوءِ به غير قطري، ويساهه ۾ نه ايندڙ لڳندڙ. معقول نا معقول لڳندڙ! امان ۽ بابا .... ممڪن آهي، هن نئوس حقيقت کي وڌيڪ لڪائڻ، ڍڪڻ، پر اسرار بنائڻ ڪري ٿي ـــــ

اوچتو: عاشي اگهاڙي، اگهاڙي ماٺهوءَ سان ستل. وار کليل، چنبڙيل کليل پيشانيءَ تي. پگهر ۾ شل. ڦٽڪندڙ پاڻ ڇڏائيندڙ، مٿان چڙيل اگهاڙي مرد کان ـــ

ٽاٽي جي ڪوٺي. اگهاڙي پيل عاشي، دانهون ڪندڙ، ڪنجهندڙ ڪڙڪندڙ. وردين جو ڍڳ.

جسم ۾ تيز گرم رت جو ولوڙ. ذهن ۾ ٽڙڪاٽ: ڪاوڙ، باهه جون جيبون نڪرندڙ. چياڙيون پڇيل. تارونءَ سان ٽڙڪاٽ نڪرندڙ .... ذهن خالي.

ذهن خالي. رت جي ولوڙ ۾ ماٺائي. پڄرندڙ وجود ٺڏو. اونهي شوڪاري سان، چپن تي مرڪ مڙهيندي: اهو هڪ نيچرل پراسيس آهي. انهيءَ ۾ عورت پنهنجي پيسو حيثيت ۾ اوتروئي ماڻي ٿي، جيترو مرد ايڪٽو حيثيت ۾. نه ڄاڻ ڇو منهنجي ذهن ۾، انهيءَ خيال سان، اهو پيانڪ تصور ڇو ٿو اڀري! نه ٿيڻ گهرجي. اهو سڀ ويڪ آهي. بابا سان سمهندي، امان به ايترو ئي ماڻيو هوندو، جيترو بابا. پوءِ منهنجي ذهن ۾ امان قياس ۽ همدرديءَ لائق ڇو، بابا ڌاڙيو، پوائنٽو ڇو! مطلب ته عاشي به اوترو ئي ماڻيندي هوندي، جيترو سنڌس مرد ماڻي، جنهن سان هوءَ رضا خوشيءَ سان وئي آهي. البت هن عمل ۾ بنيادي سوال "جبر" ۽ "رضا" جو آهي. ۽ ها: ....

بڪواس. هي ڪهڙي ويچار وهڪ ۾ لڙهي رهيو آهيان، عجيب بي وقوفي. ڏس. مسٽر شبير! توکي هينئر سمهڻ گهرجي، رات ڪافي گذري چڪي آهي. صبح جو توکي آفيس ۾ به ڪم ڪرڻو آهي. ڇا سمجهيم ٿي. ها، شاباس، هاڻي ننڊ ڪر.

اکيون پوريل. ننڊ لاءِ هٺرادو جاکوڙ: خيالن کان جان ڇڏائڻ، ڌيان ميڙائڻ لاءِ، ڏيکو ساهه .... بيڪار. پاسي جي اٿل، انگن جي ڳڻپ، هڪ ٻه ٽي چار پنج ڇهه ست آٺ نو ڏهه يارهن.... اسي ايڪاسي... هڪ سؤ هڪ هڪ سؤ ٻه.... بيڪار، هزار ٽائين ڳڻيان.

.... نو سو آٺ نوسو نو نوسو... بڪواس آهي. بلڪل بڪواس. انسان جو ننڊ تي وس هلڻ گهرجي. نيٺ – ننڊ جون گوريون ـــ هون، گهر ۾ هئڻ گهرجن. تمام ضروري آهي. پر سوال آهي ته هينئر مان ڇا ڪيان؟ پسار؟ ورزش؟

ايندڙ پنهنجو پاڻ تي جڪ. هي دماغ ۾. ٻتي باري پڙهان: ODYSSEY. ذهني اورت ڏيارينڌڙ. سٺو ڳورو ڳورو. سمهان ٿو. فيصلي واري لهجي ۾، وهاڻي کي ٻڪ. ٿڌو ٿڌو، نرم وهاڻو، سياڻو. اکيون بند. وهاڻو ٻڪ ۾ نرم نرم لڳندڙ. ننڊ اکين مان اوپري ٿي ويل، بي چيني، اوچتو هڪ اڻ – ڇاتل خواهش: نرم ڪونئري جسم واري عورت، پاڪر ۾ هجڻ جي، ٻڪيل، وچڙيل. ان سمهڻ ۾ اڻ – ڇاتل مزو ايندڙ عورت جا لسا لسا سٿر. ڪڏ سٿل عورت کي ڀرپور، ڇڪ، هڪ اندروني بي چين جوش واري سگهه سان پاڪر. وچڙيل، بي چين جنگهن ۾ پاڻمرادو اوتيل سگهه جو زور. بي چيني وڌندڙ، اندروني اٿل پٿل سان ايندڙ مزو ....

ڳوٺ جي ڪڏ، ٻوڙن ۾ محمد ڌوٻيءَ جي گڏهه، جانو، يارو، بڪو، گلو – جانوءَ جي گوڏ لٽل. گڏهه سان – ٻيا پنهنجي واري جي اوسيئڙي ۾.

’اچ شبو تون بہ وَٽ وٽ.‘ يارو.
’نہ يار.‘
’ڇو، ٻڌڻ ٿو.‘ بگو.
’ٻڌڻدس ڇو.‘
’پوءِ مڙسي ڪانہ ٿئي ڇاڙي؟‘ گلو جي ٺونڪر
’وڃ ڙي.‘
’اڙي شبن، توکي خبر آهي تہ هيءَ استاد ـ گهر آهي، جوءِ سان سمهڻ کان اڳ هن تي آزمائش ضروري آهي. ڇا ٻڌءِ پيڇو.‘
گڏيل ٺهڪ

’اڙي جانو يار جلدي ڪر اسان کي بہ وارو ڏي.‘
جانو ٻگهر ۾ شل، گوڏ سنڀاليندڙ، ڳنڍ ڏيندڙ، يارو پنهنجو وارو وٺندڙ، گوڏ هيٺ پيل ـــ
’يار اٿ هٿندي‘ سادگيءَ وچان.
’اسان جي هيرايل آ پٽ.‘ يارو سهڪندي
’شبو جي محمد ڏوهيءَ کي ٻڌايو اٿئي تہ پوءِ پٽ تنهنجو خير ڪونهي.‘ گلو
’نہ ـ منهنجو ڇا وڃي.‘

’ها، ياد رکجانءِ جي ٻڌايو اٿئيس تہ هيءَ ڏاڙهي آ: پوءِ توسان ڪنداسين.‘ جانو.
’هل ڙي پڙ وا. جڏهن چوان ٿو تہ نہ ٻڌائيندس، پوءِ اها ٺڙ ٺڙ ڇاجي ٿو ڪرين.‘ ڪاوڙ.
’نہ شبو، جانو پوڳ ٿو ڪري.‘ بگو سمجهائيندي،
’اڙي يار، تون ٻڌين ٿو. اسين ڪونہ پيا ڪيون.‘ اڪ پڇندي،

'وَتَ وٺ يار ـــ بابا پڌو، هن ڪان پوءِ شبوءَ کي وارو وڏرائيندا سين.'

گڏهه ـــ مرڪ ڇپن تي.

ساٿيل مزي جو احساس، ياد جي پڙاڏي ۾.

ويچاري، بي وس!

جتي ٻه، جنهن جو جيترو وس پڄي ٿو، پاڻ کان بي وس تي، پنهنجو وس نهايت ڪميڻائپ سان هلائي ٿو.

گڏهه ـــ عاشي ـ پاڻ ـ ويچارا.

هونءَ، سڀ ويچارا. بي وس!

لڳندڙ ويچارو، پنهنجو پاڻ کي. ويچار ڳيءَ جو اهو احساس، پنهنجي بي وس هجڻ، پنهنجن ئي نظرن ۾ خسيس هجڻ جي احساس کي جاڳائيندڙ. ڪيريل پنهنجي پاڻ ـ آڏو. خسيسپڻي جو احساس، لڳندڙ، ڪنهن اندروني، روحاني ايذاءُ تي پهو. هڪ پرپور خواهش جي سجاڳي: ڪو همدردي ڪري، پيار ڪري، ڳڙانري پائي.

همدردي خيرات آ ـــ

نفرت ـــ

عاشيءَ سان ڳڙانري پاتل، رڌندڙ ٻئي، خاموشيءَ سان! رئڻ ۾ اينڌڙ هڪ قسم جو مزو آسيس!

هارڊ بورڊ جي ڪيل پارٽيشن پٺيان هيڊ ڪلارڪ جي ڪمري منجهان اينڌڙ سرپاٽ:

ـــ ڪرڏڪ آهي.

ـــ نه ادا، بي غيرت آهي.

ـــ ويچارو. ڀلا ڇا ڪري،

ويچارو، ويچارو .... پڙاڏا، ذهن جي گنبذ اندر، ويچارو: سمجهندي پنهنجو پاڻ کي، اداسيءَ سان گـڏ گهري روحاني چوٽ جي ايذاءَ جون سٽون. ان اداسيءَ گاڏڙ

پيڙا ۾، پنهنجو پاڻ سان اڻ- محسوس ٿيندڙ همدردي، ايندڙ-قياس.
ڪلارڪ، پٽيوالا، عاشي، اسان، فقير، آس پاس رهندڙ سڀ قياس جو ڳيا! بي غيرت ٿيل. ڳتيل درد.
نيٺ ؟ —
آفيس ۾ اوچتو آيل وزير: سڀ وائڙا ٿي، ڏجي اٿي بيٺل. وڏو صاحب لوسي ڪتن وانگر اڳيان پٺيان چاپلوسي ڪندي ڳالهائيندڙ.
— مان اوهان جي ڪم مان مطمئن ناهيان. اوهان سست ڪاهل آهيو. وڏائيءَ وچان تحڪمانم انداز
— بس سائين ....
— هوءَ ڪرسي خالي پئي آهي.
— سائين ڪلارڪ موڪل تي آهي.
— ڇو موڪل تي آهي. سيڪريٽري هن جي سسپينشن جو آرڊر ڪيو. موڪلون پوڪلون ڇڏي ڏيو، عوام جي حڪومت آهي. عوام اوهان کان پورو پورو حساب وٺندو. لڳندڙ رنيل لفظ
— سائين، هن جي نياڻي سخت بيمار آهي انهي ڪري .... هڪ ڪلارڪ جي جرئت.
وزير جون شوريل، رانپوڻا هٽندڙ، هن کي انتهائي ڪريل سمجهندڙ نظرون: تنهنجو نالو ڇاهي ڙي.
ايندڙ ڇڻ، دل ڇوندڙ پيپر ويٽ کڻي نڪاڻ ڪرايانس.
ساڳي وزير جي اخبار ۾ تصوير: جهڪي انتهائي چاپلوسيءَ وچان وڏي وزير کي هٿ ملائيندڙ.
ڪريل اڻ وڻندڙ بيڇڙي شڪل.
ذهن خالي. سڄي وجود ۾ نفرت، ڪراهت پريل.
مسيت مان نڪرندڙ نمازين جو ميڙ. اڳيان هڪ ڏاڙهيءَ وارو اڌ-روڻ. ڳچيءَ ۾ پيل جوتن جو هار. جُتيءَ چور .... واڪا، ٺڪون، ٺُڪا، لعنتون، ٿڦون. مسيت جو پيش امام ڏند

ٺيڙي ٻڌائيندڙ ايندڙ وينڊڙن کي: سائين ڏسو لعنتيءَ کي الله جي گهر مان جتي تي چورايائين. پوءِ گهروڙي ٻچو هن جي منهن ۾: ٽڪ ٽئي پيٽان دوزخي.

آواز: هن لعنتيءَ چون مڇون، ڏاڙهي، پرون ڪوڙيا وڃن.

ڦڪو، رت بنا منهن. اڇيون، سڪل اکيون، خشڪ چپ، وائڙو، پريشان، حيران، ٻڌل پنهنجو پاڻ ۾.

لنگهندڙ ڪار بيٺل، دريءَ مان پڇندڙ ڪار هلائيندڙ. خوشامندي لهجي ۾ ٻڌائيندڙ پيش امام: رئيس اوهان کي ڇا ٻڌايان. ڪهڙو زمانو اچي ويو آهي! لعنتي مسجد شريف مان جتي تي چورائي ....

ڪار مان لهندي، هن کي هڪ ڀرپور چماٽ وهائيندي: اڙي پيٽچوٽ توکي شرم ڪونه آيو.

هو چپ، سوگهو، قاتل اکيون، رت بنا منهن. ڪچي جهڙي پت.

جواب نٿو ڏين دلا. ٻي چماٽ.

پڙڪندڙ، لڏندڙ، ٻڌائيندڙ چپ: سائين، رئيس رب تو چاڻي ٿن ڏينهن کان وٺي منهنجي گهر واري بيمار .... سڪرات .... منهنجي هٿ ۾ ڪوڙي پائي به .... مزوري ڪونه .... ڏاڪدر چيو .... آپ ساهي.

اڙي انهيءَ ڪري رب پاڪ جي گهر مان جتي تي چورائي. ٽڪ ٽئي پيٽان ڪچر. ٻچو.

چپ. ٻوٿو.

اڙي جي پالي نٿا سگهو ته شاديون ڇو ٿا ڪيو. پرائيويٽ هلايو. باقي رب جي گهر مان — لعنت هجني پيٽان — مولوي صاحب هن خبيث کي ڏاڍي تي وٺي وڃو، مان صوبيدار کي فون ٿو ڪيان.

جوش ۾ ٿڙ ٿڙ ڪنبندڙ هستي: ٻي وسي سپ کان وڏو

ڏوهه آهي. ها، ڪمزوري سڀ کان وڏو ڏوهه آهي.
جيڪڏهن هو، ڪنهن مسيت سان جُتي چورائڻ بدران ڏاڙو هڻي ها ته —

سرڪاري اسپتال: ڏيرا، ڪنجهندڙ ڪڙڪندڙ هڏن جا پڃرا مريض، بي وس، لاچار، لائين ۾ بيٺل، ڏکي لائين، آهستي آهستي اڳتي رڙهندڙ. اوچتو لائين بيهجي ويل.

— ڊاڪٽر چانهه پي رهيو آهي.
— نه، نرس سان....
— سالو، اسين هتي مرون پيا، هيءُ عياشيون ڪري رهيو آهي.

نڪرندڙ شرمايل، ڊاڪٽر جي ڪمري مان نرس، ڪنڌ هيٺ ڪيو تيز تيز ويندڙ.

ڪنهن ڳوٺ مان ڪجي آيل ڳوڙهاٽو مريض، ڪٽ تي. پوين پساهن ۾. ڏکيا ساهه کڻندڙ.

— ڊاڪٽر صاحب، سيگهه ڪر همراهه
— اڙي ها ها چپ ڪر چٽ پڌم. مٿو نه کاءُ. چڙب.
چند گهڙين اندر مئل مريض.

حيثيت، سگهه! زندهه رهڻ لاءِ.

هر هنڌ، هر ڇڻو، جتي به، جنهن به، جيتري به، اختيار ۽ حيثيت جو مالڪ آهي، انهيءَ آڌار تي، انتهائي ڪميڻائپ سان، انجو فائدو وٺي ٿو. وڌس آيل حاجتمند جي بي وسي ماڻي ٿو. نه ته به اهڙي ڪوشش ڪري ٿو.

سانوري پر چٽي نڪريل رنگ واري نوجوان فقيرياڻي. ڪڇ تي ٻار. هلڻ جي لوڏ ۾ خاص ماڻو.

'او رئيس، ڏٽيءَ جي نالي ڏي نه —'
'گهڻو کپئي؟' قميص جي اڳ هيٺان ڇڏن ۾ ڪنهندڙ

رئيس جو هٿ ۾ اکين ۾ آچ .
’ جيڪو ڏين .‘
’ اچ پنهان .‘
جيڏري رهڻ جي هيءَ ڪمزوري ! ڪيڏي نه —
انڪار —
بغاوت —
ها، جيڪڏهن سڀ ٻي وس، پنهنجي پنهنجي جاءِ ٿي
ڊوهه — سرڪش
ڏند ڪرٽيل، لونڊيءَ وت ٽڙڪات. لڳ لڳ ڦڙڪندڙ:
ڪيڙ. هنن جي —
رانيوٽا، لتون، ڏونشا .... —
رانيوٽا، لتون، ڏونشا هٺندڙ جسم، ساٽو، پگهر، سهڪ.
نـم —
هنن جي —
چنبن ۾ هٿ، مضبوط پڪڙيل، ڏونڊاڙ پت سان ٽڪر،
ٽڪر مٿان ٽڪر. هڪ پرپور خواهش: پت سان ٽڪر هٽي هٽي
ماري ڇڏڻ جي. سڄو جسم ڪنبندڙ. گڦ وهندڙ. مچريل .
سوئر جا پٽو، سان نٿو ميچان
سان نٿو ميچان
مسٽر شبير، هي فائيل نهايت ضروري آهي اڄ ئي سان
نٿو ميچان، پڙهه ڪونه
هڪ زوردار لپاٽ هيڊڪلارڪ جي منهن تي، هليو وڃ
هليو وڃ — حڪم
ماٺهن جو ميڙ : اوهان سڀ حرامي آهيو. سوئر جا پٽ
مادرچو .... سان پڇاڻ ٿو توکي اها جرئت ڪيئن ٿي
هان ؟

پيٽ ۾ لت
هان؟ عاشيءَ کي پڇاڻ جي جرئت ڪيئن ٿيءِ؟
تنهنجي ته .... اها توکي جرئت ڪيئن ٿي ؟
منهن ۾ مڪ، نڪرندڙ رت نڪ مان
مڪ مٿان، مڪ، لت مٿان لت
سهڪندڙ

اوچتو ذهني چرڪ سان، سُرت : ڏڪندڙ آڱرين، ڪنبندڙ پوري جسم جي. وهندڙ پگهر جي. پگهر ۾ آلي ٿيل گنجيءَ جي. پگهر جي تيزابي، تکي بوءِ جي.

نڪ ۾ گهڙي ويندڙ تيزابيت واري پگهر جي تيز بوءِ دماغ تائين پهچندڙ. نس نس چاهيندي به پگهر جي تيزابيت کي لڳاتار ساهه کڻي وري وري سنگهڻ جي ڪوشش. ٻچان پنهنجو پاڻ کان. گهٽ ۽ بوسات جو احساس وڌندڙ. ڪنبندڙ هستيءَ ان تيزابيت ۾ ٻرندڙ. قميص ۽ گنجي لاهي ڇڏيان. پنن کي آلي گنجيءَ جي آلاڻ چنبندڙ. سڄي ڪمري ۾ تيزابيت جي بوءِ پکڙيل. ساهه ٻوساٽجندڙ. ايندڙ اوزت. الٽي ايندڙ .

لاٿل قميص ۽ گنجي، اڌ بدن اگهاڙو. گرمي ۽ گهٽ وڌندڙ. منجهندڙ ساهه . دل ڪچي ٿيندڙ . ڪريپ ، پنهنجي ئي جسم کان . ٻاهر اڱڻ ۾ اچي ڊگها ڊگها ساهه کڻڻ جو خيال. ۽ تازي هوا جي جهوٽن سان ايندڙ سڙي جو تصور نئين حياتي ڏيندڙ . پر ليٽيل ساڳي هنڌ تي .

جيڪڏهن مان هيئنر مري وڃان؟ مري وڃڻ جي سوال پٺيان، مري وڃڻ جو رومانٽڪ خيال لڪل . مري وڃڻ جي سڌ گاڏڙ خيال سان، زندگيءَ جي مبهم هجڻ، بي معنيٰ هجڻ جو گهرو ۽ هستيءَ جي تجرباتي سطح تي وڌيڪ درست لڳندڙ خيال. بي وسيءَ جو احساس انکي وڌيڪ هٿي ڏيندڙ .

ٻوساٽجندڙ ساهه . اوچتو اٿي، ٻاهر اڱڻ ۾ اچي ڊگها ڊگها ساهه . ڪانچ جا ور مٿي کڻي پسار اڱڻ جي . وڻندڙ ٿڌڙي،

گھميل ھوا. زندگيءَ جي تازگيءَ جو احساس، اوچتو، ان احساس سان: اڪيلائيءَ جو وڌندڙ احساس. ھڪ گھر ۾ گھٽ ۾ گھٽ ٻن انسانن جو وجود لازمي آھي: خيال.

پر اڳي، عاشيءَ جي اچڻ کان اڳ، مون ڪڏھن ٻئي انسان جي موجودگيءَ جي ضرورت محسوس ڪانہ ڪئي ھئي، اھڙو خيال محسوس ڪونہ ٿيندو ھو، جنھن ڪي پرڀرو وڃي، روئين ۾ گم ٿيل زندگي ھئي. ھنجي وڃڻ کان پوءِ، ٻئي انسان جي موجودگيءَ جي ضرورت، بلڪ پنھنجي وجود ۾ ھڪ ڪنل، خال محسوس ڪيان ٿو! ڪيڏو عجيب آھي!

چانھ چڙھايس چوڏ؟

ھڪ حادثو! ٻن وجودن جي ميلاپ جو نتيجو. پر منھنجي ھستيءَ جي پيدائش، جوڙ ۾ منھنجو حصو ڪيترو؟ منھنجي مرضي...

اوچتو: پيٽ ۾ وٽ. ھيٺائيءَ جو تکو احساس. يادگيري: رات جي ماني ڪانہ کاڌل. بک. ھيٺائيءَ ۾ بک جي انتھا وڌيل. پر ڪجھہ کائڻ جي تصور سان مٿل بک جو احساس. بک، جا لڳل، پر مٿل.

ھينئر سمجھڻ گھرجي. رات ڪافي گذري — پانيان ٿو تہ ننڊ لاءِ ھڪ پيرو وڌيڪ جاڳوڙ ڪيان.... بھتر ٿيندو ڪٽ ٻاھر ڪيڏي سمھان.

ٿڌڙي، جسم ۾ ڪتڪتائي ڪندڙ ھوا. مٿي آڀ ۾ ڪارنھن ۾ ٽمڪندڙ تارا. نظر ڪٿل اڀ ۾.

گول ڦرتي، ڦرندڙ، چنبڙيل. ان ۾ چنبڙيل، لڙڪندڙ، ٽڪڙا ٽڪڙا انسان. ڪيئن وانگر رڙھندڙ. رڙھي رھيا آھن، چنبڙيل انسان.

ڪاڪوس ۾ گندي پاڻيءَ جو ديو، دٻي ۾ رھندڙ ڪنئان.

لڳي ٿو اڄ بہ سڄي رات.

بڪواس. سمهڻ گهرجي. پاسو ورائي پوريل اکيون. اوندهه.
ذهن سجاڳ. اونده ڪاري. اونده ناسي. ڳاڙهاڻ مائل. نهندڙ
ڊهندڙ. ايندڙ ويندڙ. عجيب جاميٽريڪل شڪليون. گول. ٽڪنڊا.
عورت جا اڀا چڊا. هيٺ پٽ تي وهندڙ ڳاڙهو. چٽو ڳاڙهو رت
جو تلاءُ.

عاشي: پيڙا وچان بگڙيل. ڪرب ڀريل. ڏونها ٿيل
اڻ-چٽو منهن.

- بي‌چيني. ورايل پاسو. چڊن ۾ وهائو. ڏکيا ساهه. ننڊ لاءِ
جاکوڙ: ڏکيا ساهه کڻي. سيلف سجيشن: مون کي هينئر ننڊ
ڪرڻ گهرجي. گهري ۽ مٺي ننڊ. مون کي هينئر سمهڻ گهرجي.
ڏکيا ساهه. هينئر مون کي گهري ننڊ اچي رهي آهي. غنودگي.
ها. سڪون ڏيندڙ ننڊ اچي رهي آهي. پوريل اکيون. پوريل
اکين اندر ڪاري اونده پکڙيل. ٻه اگهاڙا انسان: پٽ ٿيل. وحشاڻي
انداز ۾ چرپر....

- چورا نه ڏس.

مون کي هينئر اجايا خيال نه اچڻ گهرجن. سڪون واري
ننڊ اچي رهي آهي....

پوريل اکين اندر ڪاري اونده ناسي طوفان ۾ تبديل
ٿيل. اوچتو ٽڪاءُ. ڌرتيءَ جو تيز ڦرندڙ گولو. چٽو احساس
پوري ويساهه هيٺ: زلزلو. ڌرتيءَ جو گولو ڦاٽل. ڪجهه جي
پٿين وانگر اڏامندڙ ذرا. ٽڪاءُ. وڏا لوڏا. جهٽڪا. گرمائش
چوڌاري پکڙيل ٿئي. لڙهندڙ گرم ٽپڪندڙ وهڪري ۾....

ڊپ. اوچتو اکيون پاٺمرادو کليل. لڏندڙ کٽ.

چند گهڙين تائين نيٺ، ٻنهي ڪجهه به نظر نه ايندڙ.
پوءِ ڏڪندڙ دل سان چوڌاري نهار. ڏکيو ساهه. مٿي آسمان ۾
هلندڙ هوائي جهاز جو آواز ڪن تي. مٿي نهار: ٽمڪندڙ تارا.
چرندڙ هوائي جهاز جون ڳاڙهيون سايون بتيون.

هيڪلي گهر ۾ هيڪاي هجڻ جو تڪو احساس. در جي
ڪيٽ ڪيٽ.

چور؟

شعوري سطح تي پاڻ کي ننديندي: پاڙي، هٿرادو ڪنگهه، پنهنجي زندهه هستيءَ جي نماءَ لاءِ، تہ آهي. پر اندر من ۾ اڻيل ڊپ کي دٻائڻ ڪاڻ.

ڪنگهندي اٿي، پيشاب لاءِ ڪاڪوس ڏانهن ويندي، ٻاهرين بتي ٻاريندي جا هن سهل تائين نہ ٻاريل. ڪٻين ۾ درن جي ڪڙن جي جاچ، هن اندروني انديشي سان تہ چور نہ هجي.

پيشاب ڪري، کٽ تي اچي، جنگهون هيٺ لڙڪائي، سٿرن تي وهاڻو رکي سوچيندڙ: ننڊ لاءِ. سڀاڻي آفيس ۾ ڪم ڪيئنءَ؟

ڪم پنهنجو پاڻ ڪان.

اوچتو: ننڊ انهيءَ ڪري ڪيان جو آفيس ۾ ڪم ڪرڻو اٿم! آفيس ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ننڊ ڪيان!

ذهني اورٽ ايندڙ. نفرت. پهريون پيرو چٽو احساس تہ: آفيس، آفيس جو ماحول اڻ-وڻندڙ. لڳندڙ: گهٽو اڳ ماضيءَ ۾، جڏهن اڪيلو حيدرآباد آيو هو، زندهه رهڻ لاءِ گذر جي وسيلي واسطي، تڏهن پهرين هن نوڪريءَ ۾ دلڪشي هئي، پوءِ انهيءَ احساس جي سوٽ سان: پاڻ آفيس جو هڪ پرزو بڻيل. حياتيءَ جي هن اهم حصي تي ڪڏهن بہ ڌيان سان نہ سوچڻ جي باوجود، اهو سڀ ڪجهہ سياوڙڪ لڳندڙ، سوچ جي تندن کي نہ ڇهندڙ.

ڪيڏو عجيب آهي. سچ پچ: ننڊ انهيءَ ڪري ڪرڻ گهرجي جو آفيس ۾ ڪم ڪرڻو اٿم، آفيس ۾ ڪم انهيءَ ڪري ڪرڻو اٿم جو، زندهه رهڻ لاءِ اٽان ڪجهہ ملي ٿوءِ نہ تہ مان، ننڊ نہ اچڻ جي پرواهہ نٿو بہ ڪري سگهان.

جيئرو ڇو ٿو رهان؟ انڪيل، قاتل سوال ذهن ۾: نوڪري

ڪرڻ لاءِ نوڪريءَ جي عيوض پگهار وٺڻ لاءِ، پگهار انهيءَ لاءِ جو زنده رهڻو اٿم، ۽ زنده انهيءَ ڪري رهڻو اٿم جو— نوڪري ڪرڻي اٿم!

بڪواس.

سڙڻو اٿم. زندگيءَ جي پڄاڻي نيٺ موت ته آهي ئي.

هيءُ سڀڪجهه ڪيڏو احمقانه ۽ عجيب ڍونگ آهي!

سرت، سان. -

نه چاهيندي به..... ماحول ڪي، نوڪريءَ کي، هيءُ جيڪو ڪجهه آهي، ان کي جيئڻ جو تيئن رکڻ لاءِ، انهيءَ ۾ محض چرپر ڪرڻ لاءِ زنده رهڻ.

آفيس. ان کان سخت نفرت. پئي ڏينهن، ان کان پوءِ پئي ڏينهن ۽ ان کان پوءِ پئي ڏينهن....

آفيس نه وڃڻ لاءِ دل.

ٻه- ٽي ڏينهن موڪل وٺان—

خيال: پر، اهي ٻه ٽي ڏينهن ڇا ڪندس؟

آفيس جي روٽين واري ڪم ۾ رڌل پنهنجو وجود ۽ ان کان پوءِ جي عام رواجي زندگيءَ واري. روٽين ۾ گم ٿيل هستي، جنهن جي هجڻ جو ڪڏهن احساس نه رهيو، عاشيءَ جي وڃڻ کان پوءِ نمايان ٿي بيٺل: ڪيڏي اڪيلي، ٻڙا پري، خال محسوس ڪندڙ، پنهنجي روپ ۾: ڀوڳيندڙ.

پوءِ به جيئڻ لاءِ ڀرپور آس رکندڙ!

'سان' آهيان جو احساس، انهيءَ احساس پٺيان ڇو آهيان جو سوال. ڇو جي پٺيان سوچ جو لڳاتار سلسلو. اها سوچ، جيڪا پنهنجيءَ هستيءَ کي ڏونڏاڙي ڇڪي، آيو ڪري آڏو بيهاريندڙ. ڇو؟ نيٺ ڇو؟ ڪلارڪي ڪرڻ لاءِ؟

هيءُ سڀ انسان انهيءَ ڪري جيئن ٿا، جيئڻ جي چاڪوڙ ڪن ٿا، ذليل ٿين ٿا، ذليل ڪن ٿا، سرخرو ٿين ٿا، سرخرو ٿي ساڻين ٿا، سرخرو ٿيڻ لاءِ ڪيترين ئي ڪميڻاين، ذلالتون،

ڪريل ڪان ڪريل ڏوهه ڪن ٿيا، رڳو انهيءَ لاءِ جو—
عجيب مشڪري آهي!.

جيئڻو آهي. جيئڻ لاءِ نوڪري ڪرڻي آهي. شادي ڪرڻي آهي. شاديءَ لاءِ نوڪري ڪرڻي آهي. ٻار ڄڻڻا آهن. ٻار پالڻا آهن. وري شاديون .... وري ٻار .... وري—

هڪ اڻ-ڪٽ سلسلو.

مرڪ ڇپن تي- مرڪ ڦهلجندڙ: مرڪ جو احساس. مرڪ جو احساس احمقانو لڳندڙ. ڪلهه پنهنجو پاڻ تي. پنهنجي سنهن ڪلهن تي. ايندڙ ڪلهه پنهنجو پاڻ تي.

اوچتو سنجيدگيءَ سان: ڪٿي منهنجي دماغ جي ڪا رڳ ته نه ٽُٽي رهي آهي!

سخت گهٽيءَ سان: مون کي ڇا ٿي ويو آهي!

لڳندڙ عجب، پنهنجو پاڻ تي. لڳندڙ ڏاريو پنهنجو پاڻ کي. ڏاريو، پنهنجو پاڻ آڏو. هڪ پروليءَ جا سمجهه ۾ نه ايندڙ.
سنجهيل ذهن.

پاڻيءَ جي آسات.

پاڻي پيئندي، لهندڙ اڄ سان مزو ايندڙ. پاڻي پي، ڪٽ تي اچي ليٽيل. سگريٽ جي ٻاڙ. ٻرندڙ شعلو.

ذهن کوکلو. خالي

کوکلي ذهن اندر، ٽڪل ڪاهل، سوچ جي چرپر.

حرامزادي عاشي. هن جي ئي پاڻمرادي خيال اچڻ سان ويچارن جو هيءُ سلسلو— پاڻ ته موجن ۾ هوندي. اجايو مون کي— اوچتو چرڪ سان 'پاڻ ته موجن ۾ هوندي' جو پڙاڏو پنهنجي ذليل هجڻ، انتهائي ڪريل قسم جي ڏوهه ڪرڻ، بزدليءَ ۽ ڪانئرپڻي جو وڍيندڙ احساس.

ممڪن آهي هو ڪيس پنهنلائي وٺي ويو هجي.

پر هنن حالتن ۾ مان ڇا ٿو ڪري سگهان؟ بيوسي. ان

ذوهاري هجڻ جيِ ويڃندڙ احساس جي اذيت کي گهٽ ڪرڻ لاءِ منطقي سوچ جو سهارو: جڏهن هوءَ پنهنجي مرضيءَ سان وئي آهي، هن پنهنجي اختيار جو ايترو استعمال ڪيو جو، مون کي آگاهہ ڪرڻ جي ضرورت بہ محسوس نہ ڪيائين. انهيءَ جي معنيٰ تہ: هن پنهنجي نئين زندگيءَ لاءِ جيڪا نئين واٽ ورتي انهيءَ ۾ هڪ تہ هوءَ خوش هئي ۽ ٻيو تہ هن منهنجو دخل مناسب نہ سمجهيو. انهيءَ حالت ۾ مان ڪير ٿيندو آهيان جو....

بڪواس. تون محض ذوهاري هجڻ جي ويڃندڙ احساس کان پاڻ- بچائڻ لاءِ، پاڻ- ٺڳيندڙ سوچ جو اهو انداز اختيار ڪري رهيو آهين.

ڦڪي، بيحيائيءَ واري مرڪ.

پنهنجو پاڻ ٺڳڻ لاءِ. مرڪ جو ڦهلاءُ: معنيٰ خيز مختصر 'هون' سان، ضروري آهي. لازمي ٿيو پوي، نہ تہ——

شام کان وٺي، هن سهل تائين مان جا پيڙا ڀوڳي رهيو آهيان، هن پيڙا ۾، پاڻ- سڃاڻپءَ هيٺ، آءٌ جو پنهنجو پاڻ آڏو، اصل روپ ۾ پيش ٿيو آهيان. اصل روپ: بيوس، لاچار، ڦاٿل، اڪيل زندگيءَ جي اوڙاهہ ۾، هيڪلو، هڪ اداس روح. ان اصل روپ کان وقتي طور پاڻ- ڇڏائڻ لاءِ، مان جا ننڍ لاءِ جاڪوڙ ڪري رهيو آهيان، سو پاڻ- ٺڳڻ، هڪ ضرورت آهي.

۽ جڏهن مون، پنهنجي هستيءَ کي اصل روپ ۾ شفاف نظر سان ڏٺو، بيمقصد آهي. ڪلارڪي، گهر، ڪلارڪي، هڪ روٽين. چاڪيءَ جيٰ ڏاند وانگرا منهنجي مٿان ٿاڦي وئي آهي، يا مون اها مخصوص حالتن هيٺ پنهنجو پاڻ مٿان مڙهي آهي، نيٺ ان جو- ها، ان ڇيندڙ احساس کان پاڻ- بچائڻ لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن ريت ٺڳڻ لازم ٿيو پوي:

۽ مون جڏهن ڏٺو، عاشيءَ کي ايترو چاهيندي بہ، سمڪن آهي هوءَ بہ مطمئن نہ هجي ۽ نہ چاهيندي بہ اتي رهڻ تي مجبور هجي. ۽ مون ڏٺو، بيوس. پنهنجو پاڻ کي. عاشي بيوس

آهي، مان بيوس آهيان، هو ڪمزور بيوس آهي.
؟ ....
ڇاڪاڻ ته ڪمزور آهيون.
ها، ڪمزوري سڀ کان وڏو ڏوهه آهي.
.... چاهيندي به نٿو ڪجهه ڪري— ها عاشي، منهنجي پياري، منڙي! ڪير ڪتي جو ڦر چوي ٿو ته، مان تنهنجي لاءِ ڪجهه نٿو ڪيان. مان ڪيان ٿو، جو منهنجي وس ۾ آهي: رئان ٿو: نيٺ تنهنجي لاءِ ڇو ٿو رئان؟ هان؟ ها، تنهنجي لاءِ ڇو ٿو رئان: انهيءَ ڪري جو توسان انس اٿم نه. انهيءَ ڪري جو توسان ....
سڏڪندڙ عاشي، سيني ۾ منهن لڪائي روئندڙ. ٽمندڙ ڳوڙها اکين مان، وهندڙ ڳلن تي.
نيٺ ڪمزور، ڪمزور ڇو آهن؟
هون— جيئري رهڻ لاءِ بغاوت، ارهه زورائي—
پهتل: چٽڪ نتيجي تي.
نه پر—
جيڪڏهن هوءَ خوش آهي—
يا خوش نه به آهي، تڏهن به سونکان وڌيڪ مضبوط آهي.
جو هن ٽوڙيو ان مضبوط روايت جي پت کي. مون کي اعتراف بيزاري، ذهني ٿڪاوٽ، اوپاسيون، آلس.
کٽ تي سڌو سمهون ليٽيل. ذهن خالي. ٿڪل ٿڪل.
اڌ اگهاڙي بدن کي لڳندڙ ٿڌڙي ٿڌڙي هوا، ڳهر پيدا ڪندڙ ننڍ جون ٿقڪيون ڏياريندڙ. هلڪڙو وٺندڙ، منو منو سيءُ. پاسي ورائڻ تي دل. پاسو ورايل: ڳوڏا پيٽ ڏانهن، ٻانهون ڇڏن ۾: ڪونگڙو.
ٿڌ، سيءُ جو احساس مٺل.
رڻ-پٽ. پٽڪندڙ ان ۾ هيڪلو. ڊڪ. ڊڪي رهيو آهي. ڊڪي رهيو آهي. ڊڪي رهيو آهي .... ڊپ. پنيان ماڻهن جا انبوهه.

هڪ هنڌ بيٺل؛ هيڪلو. سهڪندڙ. چوڌاري نهار، پري پري ٽائين پوائنٽو رڻ پٽ.

آفيس: ويٺل ڪرسيءَ تي، فائيلن جو ڍڳ. وڏي صاحب جو بگڙيل، ڌمريل منهن. ڪائنس نفرت.

— توکي جو مون چيو هو.... ڪريل سمجهندڙ، ذليل ڪندڙ ورتاءُ.

— ها سائين.

خار. مان تنهنجي بابي جو نوڪر ناهيان. ڏيڍ سو پگهار ۽ فائيلن جو ڍير. چڙ. ڍڳ، هڪ ٿي گولائيءَ ۾ گهمندڙ، گهاٽي اندر.

گهر: اوسيڙو ڪندڙ عاشي. گهر: ويران، چوڌاري سانت ڇانيل. متيءَ جا تهه چڙهيل. چاهه وٺ چار، ٿڌو اونڌو پيل. اڪيلو گهر ۾. ڊپ. ڊپ جو وڌڻ. هيڪلائيءَ جو تکو احساس، واڪا ڪرڻ جي ڀرپور خواهش. پر ساهه منجهيل. ڪير گهٽو ڏيندڙ. منجهندڙ ساهه. اکين اڳيان اونده. چوڌاري ڦهليل ڪاراڻ. ڪاراڻ ۾ اڇا اڇا ترورا. گهاٽو، ناسي، ڪارو دونهون. مٽي اپ ڏانهن ويندڙ پوسات، ڊگهي ساهه کڻڻ جي ڪوشش.

عاشي رئندڙ. ماڻهوءَ کي گهوگها ڏيندڙ چڙهيل سندس مٿان. ڏک مٿان ڏک....

اُيا گوڏا عورت جا. پريل سٿر. سٿر ٿلها ٿيندڙ — عورت، عاشيءَ سان ملندڙ جلندڙ. گهر ۾ ڀاري ڏيندڙ — سوڙهو چولو پاتل: ڪچن وٽ پگهر. عاشيءَ جو ڊيڄاريندڙ چهرو، وار وکريل، پيڙا ٿيڪندڙ منهن مان. گوڏا اڀا. چوڌاري ڪارنهن ڦهليل. ڪاراڻ ۾ نانگ تيز تيز هلندڙ. تيز ڀڄندڙ ٺانگ، پگهر ۾ شل. ڊپ. ڊپ وڪوڙيل سڄي وجود کي: بيٺل هڪ هنڌ، ڌسندڙ تيز تيز هلندڙ نانگ کي. نانگ ڏنگيندڙ عاشيءَ کي. عاشي

رڙيون ڪندڙ. ڏسندڙ بيوسيءَ ۽ لاچاريءَ وچان عاشيءَ کي. پهرين خيال نانگ کي مارڻ جو. پوءِ ڊپ وچان ڀاڄ. کليل ميدان تکو ڀڄندڙ.... پوري رفتار سان تکو ڀڄي رهيو آهي. تکو ڀڄي رهيو آهي: رڻ-پٽ. تکو ڀڄي رهيو آهي. نه کٽندڙ نظرن جون حدون اورانگهيندڙ رڻ-پٽ. ڀڄندڙ

ڀڄي ڀڄي بيٺل هڪ هنڌ. سهڪندڙ سڄو. چوڌاري نهار: رڻ-پٽ ئي رڻ-پٽ. هيڪلو بيٺل، سهڪندڙ رڻ-پٽ ۾. اوچتو اڪيلائپ جو تکو، پوءِ ڏياريندڙ احساس. ڊڄندڙ پنهنجو پاڻ کان، ڊپ جو ڦهلاءُ پوري جسم ۾. رڻ-پٽ ۾ اڪيلو پاڻ، ڊپ ۾ ڦٿڪيل، سهڪندڙ دل، سوال بڻيل پنهنجي پاڻ آڏو.

اوچتو عاشي ظاهر ٿيل. ميرا ڪپڙا، چيڙهيل وار، ڏکي عاشيءَ کي ڳرائڙي: رئندڙ ڳل. ٻنا سڏڪن، ماٺ ۾، ڳوڙها ڳاڙيندڙ. سڪل ڳوڙها. هڪ ٻئي کي ڏسندڙ ڏارين نظرن سان، ڇرڪ هڪ ٻئي کي ڄاڻ جي ڪوشش ڪندڙ.

سڀ ڪجهه گم ٿيل.

هوا جي ٿڌڙي جهوٽي سان، هلڪي هلڪي ڇهندڙ ٿڌ. وڌندڙ تنهن ٿڌ جو احساس. وڌيڪ ڪونگڙو: ٻئي سٿر مليل. ٻانهون ڇڏن ۾ ڪتل.

پريل ڳنا نوجوان عورت جا. سٿل ڪٽ تي سنئين سڌي، وڏيون پوريل اکيون، هلڪيون وريل ڀنبڙيون.

هلڪي هلڪي ڇهندڙ ٿڌ جو احساس وڌندڙ. مليل سٿرن جي گرمائش. ڇهندڙ ٿڌ ۾ مليل سٿرن جي گرمي وڌندڙ.

وڌندڙ پوري هستيءَ ۾ عجيب قسم جي مزي جي وهڪ. ڪتڪتائي ڀريندڙ پچڪاري. سٿرن ۾ آلاڻ. گرم گرم آلاڻ. گرم گرم آلاڻ ٿڌڙي ٿڌڙي لڳندڙ. ڇرڪ سان اٿندي، شلوار اڳيان وڏان ڏسندي: آلي-آلي.

صبح جي اچاڻ چٽيءَ ريت ڇانيل. ٻپ ڏڏي اٿيل ذهن ۾ گھاٽي دونھين وانگر ڇانيل، وکوڙيل خيال: آفيس. ساٽا، مٽل، مرونيل حواس.

پرزي جي چر پر: ڪاڪوس، غسلخانو، ڪپڙن جي تبديلي....
روح نڪتل، نپوڙيل هستي هڪ ئي چڪر جي ڦرٽيءَ ۾ ڦرندڙ، ڦرندڙ رهندڙ. مٽل، سواءِ ڪنهن جيئري احساس جي چر - پر ڪندڙ.

— ڏهاڙي وانگر آفيس ڏانهن ....

# پاتال ہٖر بغاوت

**(A Revolt in the under world)**

## □ سسيفس جي ناڪار

البرٽ ڪاموُ لکيو: ”ڏند ڪٿائن کي پنهنجي حياتي ڪانہ ٿئي. آهي اسان پاران ڪين وجود ڏيڻ لاءِ اوسيئڙي ۾ هونديون آهن. جيڪڏهن ڪو سنڌن انهيءَ اوسيئڙي کي موت ڏيندو آهي، تہ پوءِ موت ۾ هو، ڀرپور انداز ۾ پنهنجي سگهہ بخشيندڀون آهن.“

ڪاموُ جي مٿئين بيان کي هوند مان هينءَ رکان:.... هو اسان پاران، ڪين جو وجود ’مڙهڻ‘ لاءِ اوسيئڙي ۾ هونديون آهن (۱)

يوناني ڏندڪٿائن جا پنهنجا انوکا ڪردار ۽ گڻ آهن. سياءَ کي ويجها ۽ اُونهي معنيٰ مان ڀَب ڀَار. يوناني ڏند ڪٿا جا ڪردار اڪارٿا- اريشنل (Irrational) هوندي بہ ريشنل آهن. ان ڪري دائمي حيثيت رکندڙ، عام رواجي ڏندڪٿائن وانگر- يوناني مها ديوتا ”زيوس“ خلقيندڙ بہ آهي. محافظ بہ. جيئاريندڙ بہ آهي. عظيم بہ. چئيدانن کي بخشيندڙ بہ آهي. ٻاجهارو بہ. انڌي ڀوئواري ڪندڙن کي انعام ڏيندڙ بہ آهي. سڀ ڪان وڏيڪ سگهارو بہ. سگهہ ۽ فورس سندس ٻانها آهن. هو قهار، جبار، رحيم، ڪريم، مهربان، فنا ڪندڙ، جوڙيندڙ.... سندس ڪو مٽ ڪونہ آهي. پر انهيءَ سان گڏ، عام رواجي ڏندڪٿائي سورهين (Heroes) جي ابتڙ، سازشي، زاني، ڀهروپيو، چٽو ڪامي، وير رکندڙ، بغضي، ڪينو ساڻيندڙ، ويسارو، بدمعاش، لفنگو ۽ ٻڇٽو بہ آهي. جيڪي گڻ- اوگڻ ڪيس انسان جي ويجهو آڻي- ڀرپور فطرت پسنديءَ کي اجاگر ڪن ٿا. جنهن مان چاڻ

(۱) جهڙي ريت انسان جو پنهنجو، پنهنجو وجود ڪونہ ٿئي. پر هو مڙهيل هٿ ٺوڪي سولائيزيشن، سوشلائيزيشن - سبلائيميشن جي وجود کي ڍوئيندو رهي ٿو.)

پوي ٿي ته ته يوناني ڏند ڪٿا، جيڪا پوءِ مڙني مذهبن، مافوق الفطري سرشتن جي تشڪيل جو سرچشمو بڻي ۽ جنهن منجهان روسن ڏند ڪٿا ڦٽي نڪتي، سا پوءِ جي ايندڙ مذهبن کان به وڌيڪ جاندار هئي. هن جي جاندار، پرپور ۽ دائمي حيثيت رکندڙ ڪردارن کي هومر ۽ ورجل کان وٺي؛ فرائيڊ، سارتر ۽ ڪامو تائين، چونڊي پنهنجا دل گهريا وجود ڏنا. ميٿيو آرنولڊ، رابرٽ برجن، ملٽن، وليم موريسس، شيليءَ، ورڊس ورٿ، شيڪسپيئر، ايليٽ، آندري گائيڊ، جيمس جوائس، اونيل، فارسٽر ۽ ٻين الائي ڪيترن يوناني ڏند ڪٿائي املهه خزاني مان پنهنجي پنهنجي مراد آهر ڪردار چونڊي، متن پنهنجو اتساهي وجود مڙهيو. سندن اوسيئڙي کي موت ڏني.

هنن مڙني ۾ ڪامو جو ڳڻ هن خيال کان اڳرو آهي ته، هن؛ يوناني ڏند ڪٿائي خزاني جي ڍير مان هڪ اهڙي وساريل، پاتال ۾ پوريل ڪردار کي ڳولي ڦولهي، ڇڪي مٿي اپاريو، جيڪو ديوتائن جو دائمي ڦٽڪاريل ۽ نِنديل هو. جنهن جي چرپر ۽ مشغولي (جيڪا ديوتائن پاران ئي مڙهيل) عام رواجي رڏل وهيٺن (Subjects) انسانن جي حياتيءَ ۽ انهيءَ ۾ مشغوليءَ سان بنهه ٺهڪندڙ آهي.

اهو ننديل، پٽيل، ڦٽڪاريل ڪردار آهي: سسيفس

۽ اها مشغولي آهي: سسيفس ـ ٻاسڪ.

هيءَ ديوس ڪردار ۽ سندس اڻبسرڊني ٻين ليکڪن وٽ ورلي، يا نه جي حد تائين اڻ ـ ڇهيل. سسيفس: جنهن جي مشغولي، حياتيءَ جي رڏل هجڻ کي چرڪ پرائيندڙ چئلينج ڪري ٿي.(۱)

(1) "The fundemental subject of the myth of Sisyphus is: It is legitimate and necessary to wonder weathere life has meaning..." (camus: Myth of Sisphus)

فڪري جڳ ۾ مارڪس، جنهن انتهائي سک درسيءَ (Optimism) جي آڌار تي انسان جي مستقبل جو عمارتي ڍانچو ڪڙو ڪيو، ڪامو جي چرڪ پرائيندڙ ائبسرڊ پرولتاري خدا، سسيفس، انهيءَ کي هوڪاريو.

ڪنهن مفهوم واريءَ سرگرمي ۽ ان جي ڪارج جي ميچتا: جنهن منجهان ڪجهه پراپرت ٿئي. ڪو؛ جبل تي چڙهي، چوٽيءَ تي رسي، وري لهي، چڙهي ۽ لهي.... پگهر ۾ شل، سهڪو ۽ ورتل، پر انهيءَ پورهئي-مشغوليءَ مان ميچيل ريشنل قدرن پٽاندڙ ڪجهه نه وري تہ اها مشغولي ڪارج جي مفهوم ۾ اجائي ۽ ائبنارمل، ڪلڻ هاب ۽ چٽر لائق ليکي ويندي.

نيث زندگيءَ جي جبل تي چڙهڻ- لهڻ منجهہ رڌل هجڻ منجهان ڇا پراپرت؟

جڏهن تہ موت اٽل آهي.

ڪامو ان جو جواب آپ گهات جي رت ۾ ڏنو.

سسيفس لاءِ ڪامو لکيو: خدائن منجهہ پرولتاري: نستو ۽ باغي: ائبسرڊ. (۱)

ڪامو سسيفس تي جو وجود مڙهيو، سو سندس پيڙا، ڦتڪار ۽ پيڙا پري مشغوليءَ (سسيفين ٽاسڪ) کي آڏو رکندي، جو ڪامو کي ڪينءَ به، پنهنجي مراد کي پورو ڪرڻ لاءِ پنهنجي آپ- گهات واري نظرئي لاءِ ٺوس پيڙهہ وجهڻ واسطي، سسيفس جي رڌل هجڻ واري ڏس (Angle) کي اوس اجاگر ڪرڻو هو. هومر جي ابتڙ، جنهن سسيفس تي حرفتيءَ جو ليبل

---

(1) "He is absurd as much tnrough his passions a through his torture. His Scorn of gods, his natred of death, and his passion for life won him that unspeakabie penalty in which the being is exerted toward accomplishing nothing." Ibid

ڇنڊڇاڻ سان، ڪيس سرٽن (Martaes) ۾ نهايت ڏاهو، سياڻو ۽ ڏکي نظر رکندڙ سڏيو. ڪامؤ هن ديومالائي سرويچ جي ائبسرڊ ٽيءَ ۽ ان جي وڍيندڙ سچاڳيءَ - احساس ۽ ان جي ايذاءَ کي نکاري نروار ڪيو.

حياتيءَ جي ڇرپر ۾ ڦهليل ڪينواس تي — ائبسرڊ ٽيءَ کي ذهن ۾ رکندي، سسيفس کي ڪامؤ جي بخشيل وجود سان سهت ڏيندي، مون هن ڏندڪٿا کي زيوس- سسيفس جي ناتي سان ڏٺو، لکيو ۽ اجاڳر ڪيو آهي.

- هيٺي انڪاري سسيفس جيَ هوڏي سرڪشي. هڪ نستي ڏاهي جو، مٿس مڙهيل امر کي ميڇڻ ڪان ناہري وارڻ: جيڪو پنهنجي هيٺائپ جو ڇٽو احساس ۽ سڏ رکي ٿو. جا، ڪامؤ جي لفظن ۾ هن ائبسرڊ هيري جي سڀ ڪان وڏي ٽريجڊي آهي.

پين لفظن ۾ هڪ هيٺي انڪاريءَ جو جميل، مٿان سوار ٿيل اسٽيبلشمينٽ (Establishment) سان آڏو ٿيڻ وارو لاڳاپو.

هيٺو انحرافي سسفيس، سگهاري زيوس جي خلاف اڏول بيٺل: زيوس، مها خدا، پوري ڪائنات ۾ سگهارو، عظيم ۽ اعلي اختيار، سريشت (Sovereigh). سسيفس، بيوس ۽ نبل، پر سرڪش، هوڏي، انڪاري، جنهن ڪري نندنيل، پٽيل، ڌڪاريل ۽ عتاب هيٺ آيل. پوءِ به ناڪار.

زيوس- سسيفس لاڳاپي سان هن ڏندڪٿا ۾ پوري تاريخ جو تتُ ۽ هر زماني جو روح (The Spirit of age-Zeitgeist) لٿا پائيندڙ: سريشت جو جوڙيل پاتال (under world) رياستي سرحدن جي اڏيل حدن اندر قائم ڪيل ايسٽيبلشمينٽ جون مختلف نپن هيٺ بيگار ڪيمپون. انهيءَ ۾ پوريل، جنبيل وهيٽي خلق (Subjects). وهيٽي خلق جي اڻ-ڪٿ مشغولي، اتم سگهم جي

وڏائيءَ جي تسڪين ڪندڙ. انهيءَ ۾ تبديل ۾ ڦتڪاريل آهي، جيڪي انهيءَ مڙهيل مشغوليءَ جا انڪاري ۽ اتم سگهه جا انحرافي.

سسيفس جي ناڪاري هڪ هيٺي، حساس، ايماندار فنڪار جو آدرش آهي.

نتشي (Will to power)، توڙي مارڪس (Occupation of sate apparatus) جي ابتڙ، سسيفس جي ناڪاري، اختيار ماڻ لاءِ نه، پر هر جڳ اندر، هر ويل موجود اختيار خلاف آهي. سندس سرڪشي اوستائي (Situational) آهي. دائمي ڪميٽيڊ نه. جڏهن مٿس ڪجهه مڙهيو وڃي ٿو، هو ان کان انڪاري ٿيندي، نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ حالتن کي قبولي، منهن ڏئي ٿو. ارڏو ٿي بيهي ٿو. سندس وڏائي انهيءَ ۾ آهي ته: اختيار بنجڻ سندس آدرش ڪونه آهي. هو اختيار کان گهڻو مٿانهون آهي. هو ڪنهن مقرر ڪيل-ڪرايل مراد سان ڪميٽيڊ ڪونه آهي پر نان-ڪميٽيڊ هوندي به ڪميٽيڊ آهي.

ايسوپس جي پيڇڻ تي ڪيس سڌي سنواٽي نموني ٻڌائي ٿو ته: تنهنجي ڌيءُ ايجنا کي مها ديوتا زيوس ڀنيلائي ڀڄائي ويو آهي. اها سڌ ڪندي ته پاڻ اتم سگهه جو ڀول پڌرو ڪري رهيو آهي، جيڪو مها پاپ آهي. جنهن جي نهايت ڳري سيڪت آهي. هن ديوتائن جي اڇا جي ابتڙ ڌرتيءَ سان دل لڳائي. ديوتائن جي حڪمن جي ڀيڪڙي ڪندي ڌرتيءَ سان چهٽيو رهيو. اينستائين، جيستائين، ديوتائن جي موڪليل کائنس وڌيڪ سگهاري ڪيس چوڪنيو ٻڌي ٻيهر پاتال ۾ اڇي ڦٽو ڪيو. اختيار پاران مڙهيل مقدر جي— جوکو کڻي ڀيڪڙي ڪندو رهيو. اها سرت رکندي ته، مڙهيندڙ نصيب واري اتم سگهه جي پيٽ ۾ پاڻ گهڻو هيٺو آهي. سندس ناڪار، ماڻس ڏاڍائيءَ، آرهه زورائيءَ ۽ هٺ چراند جي رد عمل ۾ آهي. ”پنهنجي پاڻ هجڻ“ جي هاڪاري

ميجتا- سچاڻپ (Affirmative Recognition) لاءِ. نئين خدا خلقڻ يا پاڻ خدا ٿيڻ لاءِ نه. هو پاتال ۾ به سزا ڀوڳيندي پاڻ ميجائي ٿو: هيڊز، موت- گهر جي واريءَ کي چالاڪيءَ سان زنجيرن ۾ جڪڙيندي. (پر هيٺو هجڻ ڪري وري به ڪيس سگهه آڏو مجبور ٿيڻو پوي ٿو. جنگ جو سگهارو ديوتا ايرس، مهاديوتا زيوس جي فرمان تي سسيفس جي قيد ڪيل هيڊز کي آجو ڪرائي ٿو.) جڏهن ته روايتي ناڪار، توڙ ۾ پنهنجي مراد (Aim) رکي ٿي: پاڻ خدا ٿيڻ. هڪ نئين اختيار، ايسٽيبلشمينٽ کي قائم ڪرڻ- بڻجڻ. جنهن وسيلي پنهنجو پاڻ کي مڙهي سگهي.

ڪامو جو پرولتاري خدا، مارڪس جي پرولتاري خدا کان وڌيڪ بي عزتو ٿيل ۽ عقوبت هيٺ آيل آهي: جسماني پورهيي جي سزا ۾ جنبيل. انهيءَ سان گڏ هو پنهنجو پاڻ لاءِ انهيءَ پورهئي جي ائبسرڊٽيءَ جو تکو احساس رکي ٿو. سڄا ڳ ذهني پيڙا ۾ ورتل. (1) جيڪا ڪيفيت اڄ جي بي وس، سرڪش انڪاري مانسڪ (Intellectual)، فنڪار ۽ ليکڪ جي ڏي ٿي سگهي ٿي. جيڪو سارتر جي چواڻيءَ معاشري کي احساس جرم بخشي ٿو.(2) جڏهن ته مارڪس جو پرولتاري خدا؛ سک د رسي (Optimism) جي ڳوڙهي ۽ ڳتيل پرم هيٺ، ان پيڙا واري ڪيفيت کان آجو ٿي رڙهندڙ.

سسيفس 'اختيار' جي احساس جرم کي ڏونڌاڙيو.(3) موت ۾ پاڻ ڏچي ۾ اچي ويو. جيڪو اوس ٿيڻو هو. (۽ آهي).

سسيفس جي هيٺي، پر اڻل ۽ ڪڏهن نه هارَ مڃيندڙ

---

(1) "If this myth is tragic, that is because hero is conscious" (camas)

( ) Writer gives society a guilty conscience. (Sartre).

(3) هيءَ پاڻ - شاهدي ڏيندڙ سچائي آهي ته: هو اختيار پنهنجن ڪرتوتن ڪارڻ احساس جرم ۾ ورتل هوندو آهي.

ناڪار، اڄ جي نبل مانسڪ جي، اختيار خلاف انڪار جي علامت ڪي پڌرو ڪري ٿي. اهو مانسڪ، جيڪو پنهنجي ورڪ سان ۽ انهيءَ ناتي، انسان جي عظمت سان سچو آهي.

سسيفس جي ناڪار، مٿان ڪان سونپيل يا سدا پابند (Commited) ڪانه آهي. انهيءَ ڪري ڪاڻ جڏهن سسيفس کي رڳو ۽ رڳو ائبسرڊٽيءَ جي پنڌ ۾ جڪڙي ٿو، تڏهن نه رڳو هو سسيفس سان ڏاڍائي ڪري سندس مان کي هيٺ ڪري ڏيکاري ٿو، سندس بلهه ڪيرائي ٿو، پر هڪ عام رواجي روايتي مفڪر وانگر ان قسم جي ڊٽرمنزم (Determinism) جي پرچار جو ڏوهه ڪري ٿو.

سسيفس، ڪاڻ پاران مڙهيل وجود ڪان مٿانهون آهي گهٽو مٿانهون، ڇاڪاڻ ته هو اختيار جو نئيل آهي ۽ ڦنڪاريل. سندس وڏائي انهيءَ ۾ آهي ته، هو سدائين، هر ويل، اختيار کي چوي ٿو:

نه —

جو ڪجهه مٿس مڙهيو ويو آهي، اختيار پاران، جنهن وٽ سگهه آهي. سسيفس ان کي ٿڏي ٿو. نابري واري ٿو. نه، ۽ انهيءَ "نه"— جي حد ڪان "پاڻ هڇڻ"، جي اظهار جي سرحد شروع ٿئي ٿي. جنهن ۾ پنهنجي تقدير/چرپر جي چونڊ جو حق محفوظ رهي ٿو. چونڊ جو حق، جيڪو آزاديءَ جو تت آهي. آنهن ڪري الاهي قتوائن، مقدس احڪامن ۽ اختيارن جي امرن کي ٿڏڻ، سسيفس پنهنجي اخلاقي جوابداري سمجهي ٿو. سندس ڪمٽمينٽ جو اهو ئي انداز آهي.

زيوس طرفان مڙهيل سزا کي هن قبوليو. رضا خوشيءَ يا اخلاقي پابنديءَ هيٺ نه، پر ڇاڪاڻ ته هيٺو، وهيٺو آهي. جنهن ڪري بي وس، ڪجهه نٿو ڪري سگهي. سواءِ حرڪتن هلائڻ جي. جي سندس وس ۾ آهن. اهو ڄاڻندي به ته: زيوس ڪائنس ڪئين ڀيرا وڌيڪ سگهارو آهي. مها خدا. سندس ڄاڪوڙ اجائي

آهي. پوءِ به هو ان جاڪوڙ ۾ جا وقتي سوپ حاصل ڪري ٿو، انحراف ڪري زيوس جي جميل خدائيءَ کي هوڪاري ٿو، سنڌس ڪوڪلاڊپ کي وائکو ڪري ٿو، انهيءَ مان ماٺي ٿو.

نتشي جي ناڪار خدا جي موت کان شروع ٿي. (1) جڏهن نتشي الاهي خدا (Divine) کي مباري رهيو هو، تڏهن هن، ان جي جڳهه والارينڊز- خدا— ساورين اسٽيٽ (Sovereign State) ۽ ان جي محرڪ سگهه اسٽيبلشمينٽ کي چڙواڳ ڇڏي ڏنو. هتائين ان کي مراد (2) ٺاهي ٽيڪ ڏني. نتشي جو ناسٽڪ، پنهنجي ناڪار سان، موت ۾ هاڪار سان وري هڪ خدا جوڙي ٿو! جنهن لاءِ وهيٽي خلق هجڻ لازم آهي. ساڳيو ٿي وهيٺائپ هڪ ڏوهه ٿي سمجهي ٿي. سچ جو پائمرادو بٺيل مکيه ٺيڪيدار ۽ ان کري اندي پوڙواري طلبيندڙ مارڪس جو انقلابي هڪ جڪڙيل نوڪدار تکين تارن سان واڙيل بهشت اڏي ٿو. جتي هتي هند تختيون ٽنگيل آهن:

"اڳتي چرڻ ڏوهه آهي." هن جا حڪم ڪڏهن به غلط ٿي نٿا سگهن!"

سيفس جنو انڪاري ڪردار، نتشي جي ناڪاريءَ، مارڪس جي پابند، (3) هڪ رنگي نظام خلقيندڙ انقلابيءَ ۽ ڪامو جي اندي فقرائي (Ascetic) باغيءَ کان گهڻو اڳتي وڌيل آهي.

(1) "God is dead" (Nietzsche)
(2) "Will to power".
(3) (i) "Rebellion is a form of asceticism, though it is blind, Therefore if the rebel plasphemes it is in the hope of finding a new god." (Rebel.: Camus)
(ii) "Every act of rebellion against oppression Is jusified in itstlf but insalls a new form of Servitube"

مارڪس، نتشي ۽ ڪامو جي ناڪار، انڪاري ـ هاڪار آهي. (Negative-Affirmation) ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان رت ۽ نتيجي جي روپ ۾. سندس ناڪار جي پڄاڻي ٿئي ٿي: پاڻ ـ اختيار (خدا) ٿيڻ ـ ٻڌجڻ يا پاڻ مارڻ(1) آگيا وان ٿيڻ يا ناس ڪرڻ. اهي ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ سرشتي اندر، آگيا- (Command ۽ آگياوان (Obedient) رڪن ٿا. سيڊو-ميسوڪيسٽڪ (Sado-Masochistic ناتا. جن ۾ وهيٽا انڌي پوئواري جي پيڙا پو ڳيندي سرست ماڻين، ۽ مٿانها، پنهنجي سيڊزم منجهان. جنهن ڪري، هڪ اهڙو سرشتو، جنهن منجهه آگيا ۽ آگياوانن جو آزاديءَ تان هٿ کنيل: پنهنجو پاڻ وڃايل.

جڏهن ته سسيفس جي ناڪار جي نڪا حد آهي ۽ نه ئي ڪا پڄاڻي. سندس ناڪار پاڻ اختيار/خدا/سيڊسٽ بڻجڻ لاءِ نه آهي. ۽ نڪو ئي هو، ميسوڪيزنڪ هجڻ قبولي ٿو. ۽ نه ئي وري سندس ناڪار ستياگرهيءَ (Passive Ressistance) آهي. پر اختيار طرفان مڙهيل امر کي للڪار آهي. هو اهو نٿو مڃي ته ڪو مٿانهون، يا ڪا مٿين هستي سندس باري ۾ فتوا مڙهي، فيصلو ڪري، نصيب جوڙي. ۽ نه ئي هو انهيءَ حيثيت ماڻڻ لاءِ جاکوڙ ڪري ٿو ته، پاڻ مٿانهين، مڙهيندڙ هستيءَ بڻجي. جيڪا ٻين جي مٿان فتوائون مڙهي ۽ نصيب ٺاڦي. سندس ناڪار، پنهنجي هستيءَ جي هاڪار لاءِ آهي. جيڪا هستيءَ وهيڻ منجهان هڪ آهي. هو ان لاءِ اختيار کي هوڪاري ٿو. پنهنجي هيٺانپ واري سرڪشيءَ سان. هنيلو ٻڄي. اهائي سندس اتمنا آهي: هو اهو ٿيڻ نٿو چاهي، جيڪو زيوس چاهي ٿو.

(ان ڪري هڪ وهيٽي دانشور لاءِ آدرش)

هڪ هيٺي ناڪاريءَ جو آدرش: جيڪو وقت جي زيوس جي جوڙيل پاتال اندر واڙيل، مڙهيل مقدر پٽاندڙ جوٽيل ۽ وهندڙ، هو ان ڪان انڪاري، واڄ ڊوهه وادي. سندس آزادي، خودداري،

(1) Self-obnegtion.

وقار ۽ اتمتا جي سچتا مٿس ٿاڦل پيڙا ۽ انهيءَ جي چٽي سڃاڻپ احساس منجهان اسري ٿي.

۽ جڏهن الاهي (Divine) خدائيءَ جي پڇاڙي ٿي. ان خدائيءَ جي جاءِ رياست ورتي، مختلف روپن جا ڪريٽوس (Kratas) خدا بڻجي اڀريا. جن نئين نئين روپن جي اسٽيبلشمينٽ کي پوڄي لڳائڻي پيش ڪيو. هنن انڪارين لاءِ پاتال (Hades) جوڙيو. جن ۾ وهيٽي خلق (Subjects) واڙيل، ايرسٽوڪريسيءَ کان ٿيڪوڪريسيءَ ۽ لوڪ راڄ (Republican Jials) جيلن اندر پارنيڪريسيءَ تائين ڪيل ڏوهن جي ڊگهي قطار: اڻ ڪٿ، اڻ ـ مٽ ليڪ. آڪاس ندي. جو: رهزن رهبر بڻيل. قاتل، جج بڻيل. ڏوهي ديوتا بڻيل.

اڳ جڏهين خدا هو:

گوڏا جهڪايو، ڪنڌ نمايو، ڳڻ ڳايو، پڪو ويساهه رکو. عظيم خدا جا امر اٽل آهن.

(انڌو ويساهه + انڌي پوئواري)

انڪاري، ڏوهاري سڌ با. سيڪيت لاءِ تيار رهو. ۽ اڄ جڏهن سرڪار/ هاءِ ڪمان/ سينٽرل ڪاميٽي، ساورين/ خدا آهي: گوڏا جهڪايو، ڪنڌ نمايو..... مٿانهون هر امر اٽل آهي.

(انڌو ويساهه + انڌي پوئواري)(1)

هر اسٽيبلشمينٽ جي رياستي پاليسي آئڊيالاجي: گهريلو، پالتو شهرين جي پرورش جو فن(2) پنهنجي اولمپيائي نٽ کي قائم رکڻ جو نانڪي رچاءُ: پارليامين، عوام، ڊيموڪريسي، ريپبلڪين گڏيل مفاد..... پرچار جي پوڄي سان جنهن ڪري اسين سپ ماس ميڊيا جا ٽڳيل.

چونڊون: وهيٽن کي پنهنجا مالڪ/ خدا جي چونڊڻ جو

---

(1) "No body can rule guiltlessy" (Saint-just)
(2) (Thremmatology)!

حق بخشيل. هو پنهنجا نوان مالڪ چونڊي يا ساڳيا. وهيڻا سياويڪ طور اهو خيال رکندڙ ته، اهي چونڊجن، جيڪي ڪين ذليل ڪرڻ، ذهني ۽ جسماني طور لوٽڻ پوڻ ۾ انسان دوستي ڏيکارين. مالڪ جي چونڊ جي وقتي مڃيل حق دوران: سيڊسٽ گرانڊيون پائيندڙ. عزت نفس جون ڏچيون اڏائيندڙ همدرد بڻيل، چيچلايل جي اڻ وڻندڙ رنين رسيسوچيئيسنٽ جي ڪڙاين ۽ سڏن) ڪان پاڻ بچائڻ لاءِ: هن جي پنن تي بينر انڪايل: تاريخ جوڙيندڙ. طاقت جو سرچشمون. تخليق جو خدا. هر اول(1)....

ڪاسائيءَ جي چونڊ جو مڃيل حق، جمهوريت جو روح. لٽ ۽ چٽ جي اصول تي عمل سان.

۽ انصاف: قريو ٻه جهان ڪان دانهين ٻه جهان خان وٽ! نظريا، پروگرام، انگ اکر، اعلان: قاتلن کي جج ڪري پيش ڪرڻ لاءِ معقول، وزني دليل پيش ڪندڙ، هر رياستي اڳواڻ عيسي بڻيل. خدا جو آواز. پاپ ڪان آجو. مقدس. عظيم، اعلي. ڪڏهن گناهه ڪري نٿو سگهي. وهين، حڪم هيٺ آيل تليهرن (Subjects) جي پيٽ جي بک ۽ ان جي ضرورت جو احساس سرڪار سينٽرل ڪميٽي / هاءِ ڪمان ڪندڙ. جيڪا ڪڏهن ٻه غلط ٿي نٿي سگهي. هن جا نظريا، رڳون ۽ تبديلون هر پيري، سدائين هر ڪسوٽيءَ تي سچا پيهندڙ. دور رس اثر ڇڏيندڙ. جن جو پيٽ آهي، آهي پنهنجي بک جو صحيح اندازو نٿا لڳائي سگهن. هو پنهنجن نفسياتي - جسماني گهرجن کي سمجهي، پروڙي ۽ محسوس ڪري نٿا سگهن.

۽ آئين، قاعدا قانون: پالتو شهري پيدا ڪرڻ لاءِ جتن. پنهنجن ڏوهڻ کي سيڻ لاءِ نوان مقدس صحيفا. (ڪيل ڏوهن جا پيرا مٽائڻ ۾ نوان ڏوهه).

هر رک تي آڏو ايندڙ اتمشاهيءَ جي ميٽا / پوڻواري وهيڻن جو لکيل. بس: وهو، وهو وهندا رهو. جيئڻ امر ٿئي.

---

(1) عوام جو راڄ، عوام طرفان، عوام لاءِ

اولمپيائي ٽٽ کي قائم رکڻ لاءِ.

۽ تبديلي: سوڀارو؛ تاريخ / قدرت / وقت / سچ جو آواز. هارايل، غدار، ڏوهاري!

اهو لکيل، ايستائين، جيستائين وهيٽا، وهيٽا آهن. هيٽا.

انهن وهيٽن ۾ مسيفس به آهي. هوڏي- انڪاري. جيڪو نه، سيڊسٽ ٿيڻ چاهي ٿو- نه، ميسوچيئيسٽ ٿيڻ قبولي ٿو. پنهنجي سرڪش عمل سان پاتال ۾ پائيتال مچائي، پنهنجي سچائپ کي، اٿينٽيسٽيءَ کي وائکو، چٽو ۽ ڊفائين ڪري ٿو. سندس هوڏي ناڪار- هيٺي هوندي به پاڻ مچائيندڙ آهي، اٿينٽڪ. هو؛ نبل هوندي سرڪش آهي. هو پنهنجي ناڪار سان جتي وهيٽي خلق جي احساس جرم کي جاڳائي ٿو، اتي اختيار جي احساس جرم کي ڏونڏاڙي ٿو. هو ڪميٽيڊ هوندي به نان- ڪمٽيڊ آهي. اها ئي سندس وڏائي آهي.

□ ڌرتيءَ هيٺ، هيٺ کان هيٺ پاتال: ديوتائن جو ٿاهيل جهنم، موت-گهر، ڇوڏاري موت جا پاڇولا رڙهندڙ. ڇوڏس موت جو راڄ. موت-گهر جو والي هيڊز، ٺٺ سان ڳاٽ اوچو کيو، گهمنڊ ۽ هٺ وچان ٽانءِ ۽ وڏائيءَ ۾ ڦونڊجي؛ بيوس، لاچار، چپ چاپ؛ ديوتائن جي ڦٽڪاريل، دائمي سزا ڀوڳيندڙن ڏانهن ڏسندڙ:

اکسي يان: ٻڌل هڪ شاهي ڦيٿ سان، ٻنا ساهيءَ ڇوڏاري ڦرندڙ ان ڦيٿ ۾. سندس سرير تي ڏکهن، زهريلن ٻوائتن نانگن جا لڳندڙ ڇهڪ زيپڪ سان.

ڊينائيڊيز: لڳاتار پاڻي ڪيڊندڙ ڀرڻ سان.

ٽين ٽالس: ڪاڏيءَ تائين پاڻيءَ ڀريل تلاءَ ۾ بيٺل، آڄ ۾ پاهه ٿيندڙ، پاڻيءَ لاءِ ٻاڏون ڪائيندڙ. رس- ڀريئي ميوي جا وڻ سندس ڀر ۾ بيٺل، ڪاڏو سندس پهچ ۾، پوءِ به گرهه لاءِ واجهائيندڙ. مٽي جي ٻنهه مٿان، ٻـل ورتل_ ڳـرو پٿر ٽنگيل— ڪرڻ لاءِ سدائين تيار.

ٽٽي يس: بيٺل ٻنهه پاتال جي هيٺانهين پاڳي ۾ لڳاتار، بيرحميءَ سان ڀٽيندڙ، ڇنندڙ، ڪرٽيندڙ ڳجهيون سندس ڪاري جيري کي.

سسيفس: ڳري، حيرت ۾ وجهندڙ پٿر کي، ٻنهي هٿن ۽ پيرن وسيلي، پوري سگهه سان جبل جي چوٽيءَ تائين ريڙهيندڙ ۽ پيا پاپي....

جڳن کان اهو سلسلو هلندڙ.

ديوتائن جي ديوتا، سهاديوتا زيوس جي ڏسڻ هيٺ آيل

ڏوهاري، سندس پاران سڙهيل سزا هيٺ پاتال ۾ دائمي ڀوڳنا ڀوڳيندڙ. موت - گهر جي راڄ - ڌڻي هيڊز جي ڇپن تي مرڪ. ڀوائتي، بي رحم مرڪ. ننڍول جي زهر سان ڀريل.

### جڳن کان اها ريت هلندڙ:

جو به مها ديوتا- جتي امر آڏو- نه جهڪيو، ساڻس ڊوهي ڪيو، سندس ڳجهن ڪي ڦولهڻ وانگي ڪرڻ جي همت ڪئي، سو سندس ڏمر هيٺ آيو. جنهن ساڻس سيني ساهڻ لاءِ منهن مٿي ڪيو، سندس گهڙيل ۽ ڏريل، سول متن جي پيچڪڙي ڪئي، سو پاپي ٿيو ۽ سندس ڇينب هيٺ آيو. ڇاڪاڻ ته هو ديوتائن جو ديوتا آهي. هو مها آهي. ڳاڄ ڳجگوڙ، وڄليون سندس ادويتي روپ آهن. سڪهر، سبرائي سندس ڇنيدان ڀانها آهن. هن هوڏين ۽ نڙن، ڪپاترن ۽ ڦريلن کي ڇپيٽ ڏيڻ لاءِ هيٺ پاتال ۾ جهنم جوڙيو. جنهن جو والي ڏنات هيڊز کي ڪيو. جيڪو مايا جو ڌڻي به آهي. ۽ سندس ڪڪب جادو آهي.

### هڪ لڱا اوچتو ڇا ٿيو جو:

هيڊز جي ڇپن جي بي رحم مرڪ موڪلائي وئي. سندس اکين ۾ اچرج اوتجي آيو. پوري پاتال ۾ موت جون ڪنبڙائيون ڦڙڪي اٿيون. هيڊز اها حالت سهي نه سگهيو. سندس منهن ۾ گهنڊ پئجي ويو.

مسيفس، هيٺ ڪريل شاهي ڳري پٿر کي واري سان جبل جي چوٽيءَ تان چاڙهڻ بدران، پٿر جي مٿان ماٺ ڪيو ويٺو هو. پگهر ۾ شل، ڏيرو، جڳن کان لڳاتار هڪ ئي پورهئي ڪرڻ ڪارڻ هيٺو ۽ ٿڪل - گهري اونهي ويچار ۾ ٻڏل.

ويساهه ۾ نه ايندڙ اهو لقاءُ ڏسي، هيڊز پنهنجي بت بٽيل بدن کي چوريو. اکين ۾ ڪاوڙ ۽ ڏسر جا ڏنپ پري، آواز ۾ ڪروڌ ۽ غضب جي باهه اوتي گجيو:

”سسيفس!“

سسيفس، ڌيرج ۽ سڪون سان، جڳن کان ٽڪل ٽٽل جسم کي چوريو. ڍرڪيل پرسو وشواس سان جرڪندڙ نگاهون کڻي ڏانهنس ڏٺو. سندس اکيون، نماڻين هوندي به اونهي، گهري کوهه اندر پاڻيءَ وانگر چمڪي رهيون هيون. جن مان سندس سپاءَ جو چـز بٽيل روايتي هوڏ پرندڙ ٽانڊن وانگيان ٻـکي رهي هئي، هو خاموش هو. سانتيڪو، ٽڪل ٽٽل، پوءِ به اڏول. سندس ويڪري ڇـاتي ٽڪ ڪـارڻ ڏکهي ساهه کڻڻ ۽ ڪيڻ جـي سرگم سان ڇـڙي رهي هئي. ديوتائن پاران مڙهيل، نسقل گري پورهئي ڪيس هيٺو ضرور ڪري وڌو هو، پر سندس هوڏي شخصيت کي جهڪائي نه سگهيو هو. سيني جي اڀار- لهوار سان سندس هر ٽڪل ساهه ۽ پگهر جي هر بوند ان جي گواهي ڏئي رهيا هئا.

ڪـروڌ ۽ ڪـاوڙ ۾ پريل هيڊز جـون اکيون وڌيڪ چنجهيون ٿي ويون. چپ ڦڙڪڻ لڳس. سڄي پاتال ۾ سناٽو وڌيڪ گهرو ٿي ويو. ديوتائن جي عتاب هيٺ آيل روح اندر ئي اندر چرڪ پري ڪنبي ويا. ڇڻ نشو ٽٽي پيو هجين. سندن چڪناچور جسمن ۾ سياٽو پئجي ويو ۽ ڪنبٽي لوهه پائي ڏڪي ويئي.

هيءَ ديوتائن جي اسرن جي پيچڪڙي هئي. بغاوت هئي.

سسيفس، گنڀير ۽ ڌيرج پرلاءَ ۾ چوڻ لڳو:

”ديوتائن جـي ڏاهيل موت جـي واديءَ جا والي هيڊز، چاڻان ٿو زيوس ديوتا پاران مڙهيل سزا پٽاندڙ جبل تان هيٺ ڪري آيل پٿر کي وري نيم- سارو مٿي نيڻ کان نابري وارڻ مهاديوتا جي پروهت ورت جي پيچڪڙي آهي. سمجهان ٿو، هي هن جو ۽ تنهن جو پڻ ايمان آهي. ايمان: سان ڪري رهيو

آهيان: مسيفس.“

نهنائيءَ سان، پر اکرن ۾ سگهه جي جيون- جوت اوتي پوري وشواس سان چوڻ لڳو:

”هيڊز، مان انڪار ڪيان ٿو، هن ڪُنَ، مون لاءِ، ڪجهه نه پراپرت ڪندڙ اسقل ۾ پيانڪ ڦيري اندر گهڙڻ کان-

”مان انڪار ڪيان ٿو-

”ها، انڪار-“

هيڊز سندس اڏ ۾ چيو: ”ان ريت، ڇا تون پنهنجي انجام کان سچاڻ آهين؟“

”ها-“

”منهنجي ناڪار جي ’نه‘- بغاوت جي اوسر جي پهرين وک آهي. ’نه‘- ياڪيءَ جو گرپ آهي، جنهن مان بغاوت جو ٻچو سرجي ٿو. انهيءَ کان پوري ريت سچاڻ رهندي، انهيءَ جي انجام کان اڻ-ڄاڻ نه آهيان.“

ماٺ ٿي وئي، گهري ۽ گوڙهي ماٺ. جيڪا پوري موت-گهر مٿان بار بڻجي بيٺي.

”ڇا توکي ڄاڻ آهي ته تون ان ريت مها ديوتا زيوس جو اپمان ڪري رهيو آهين؟“

”ها“، پورو وشواس ۾ ڪرائي بڪندڙ، ”توکي سڌ آهي ته مان هيراڪ هنيلو آهيان. ڪرائي منهنجو سڀاءُ آهي. توکي هيءُ نه وسريو هوندو ته اگ، گهڻو گهڻو اگ- مون هن ئي پاتال ۾ موت ڪسي زنجيرن ۾ بند ڪيو هو، ۽ تو زيوس وٽ دانهيو هو. هن جنگ جي پلوان ديوتا ڪي ڇوٽ ڇڏيو هو، جنهن مون کي مڪتي ڏياري هئي. مون کان.“

هيڊز ڇرڪي ويو سندس منهن تي هٿ ۽ وڏائيءَ جي جاءِ تي، گهٽتي ۽ اڻ-ٽڻ جا اهڃاڻ پڌرا ٿيا.

مسيفس، پوري وشواس سان بيالڪو ڳالهائي رهيو هو:

”توکي ياد هوندو هيڊز، جڏهن مان موت جي ويجهو

هوس، تڏهن مون پنهنجي ونيءَ جي پريم پرکيا لاءِ چيو هو تہ: منهنجي اڻ-پوريل لاش کي ڪليءَ بازار ۾ ڪوليو وڃي. هوءَ شرمسار ٿي رهي هئي، جو مون ڊيوتائن کي رنجايو هو. هوءَ ڪليءَ بازار ۾ لڄي ٿي رهي هئي، جو مان سندس مڙس نہ فاني هيس، ۽ ديوتائن جو ياڪي. هوءَ سوڳي هئي، انهيءَ ڪري نہ، جو سندس مڙس موت-گهر ڏانهن نيئي دائمي سزا ۾ جوڙجي رهيو هو، پر انهيءَ ڪري جو سندس مڙس فاني هو. سندس انهيءَ دغا ۽ ويساهہ گهاتيءَ مون کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. چاڪاڻ تہ مون ڀانيو پئي تہ سندس پيار، مرڻن انسانن جي پريم وانگر هوندو. انهيءَ ويساهہ-گهاتيءَ مون کي ڇيڇلائي وڌو.“

هيڊز ڪيس گهوري، يڪ-ٽڪ ڏسي رهيو هو.

”ها پوءِ هيڊز، توکي ياد هوندو تہ، مون توکان-پنهنجي زال کي سيکيت ڏيڻ واسطي، وري زمين ڏانهن موٽڻ جي اجازت گهري هئي.“

هو ٽيبيءَ ۾ پئجي ويو. سوچ جون ريکائون سندس لوسائيل، پر تتل ڇهري تي نمايان اڀري بيٺيون. لڳي پيو تہ سوچ ۽ اُن پيڙا ڪيس اندر ئي اندر ڪاٽ هڻي رهي هئي.

هن چوڻ شروع ڪيو:

”۽ جڏهن مان پيهر ڌرتيءَ تي پهتس“، سندس آواز جي پڙلاءِ ۾ گهري، اونهي پيڙا جا اولڙا تڙڳي رهيا ها، ”مون اتي سڀ ڪجهہ ڏٺو: نياءُ-انياءُ. ڏک-سک. ڌرتي جيڪا ڏکن سان ڀريل هئي، پوءِ بہ ان ۾ موهہ هو. ڇڪ هئي، اهوئي ڪارڻ هو، جو مون ڌرتيءَ کي ڇڏڻ نٿي چاهيو. چاڪاڻ تہ ڌرتيءَ زندگي آهي ۽ زندگيءَ سان منهنجو موهہ آهي. زندگيءَ سان لڳاءُ، انهيءَ ناتي ڌرتيءَ سان موهہ، منهنجي ڪمزوري آهي.

”مون ڌرتيءَ جي سيني مان چيرجي وهي هلندڙ سنو پاڻي پيتو، چمڪندڙ سج جي روشني پسي. اٿاهہ، گهرن ساگرن کي ڏٺو. جن جي هر وير وهڪ اڻ- مٺي خوشي ڏيندڙ هئي. تڏهن،

هيڏانهن آڪاش جي اونده ڏانهن ورڻ لاءِ سنهنجو، دل نٿي چيو
ديوتائن مون کي سڏيو، ياد ڏياريو ته توکي هيڏانهن ورڻو آهي.
ڏمريا، ڏسڪيون دڙڪا ڏنا، پر اجايو. مون ڌرتيءَ جا سرڪ ۽
لڙڪ ڇڏڻ نٿي چاهيا. ڌرتيءَ جي سيني تي وهندڙ پاڻيءَ جي
ٿڌاڻ، سج جي تپش ڇڏڻ نٿي چاهي، مون ڌرتيءَ جي سرٺي-
ڇڏڻ نٿي چاهي، جيون...."

هو سوچ جي گهري اٿاه ساگر اندر هليو ويو. ويچار-
وهڪ جون لهرون سندس ڪليل پيشانيءَ تي اڀري آيون.

هيڊز جون ڪرڙيون اکيون وڏيڪ چنجهيون ٿي ويون.

ديوتائن جا ڦتڪاريل پاپي، جي ازلي امر آڏو جهڪي
سڙهيل سزا کي چپ چاپ ڀوڳي رهيا هئا، تن جو مئل روح
ڪنبي ويو. ۽ هو اچرج ڀريل نگاهن سان وري، وري سرڪشيءَ
جي مستيءَ ۾ ڏيري هوڏي سسيفس ڏانهن ڏسڻ لڳا.

موت جي واديءَ ۾ سسيفس جو ڪومل، ويچار جي گهرائي
سان ڀريل اثرائتو آواز ٿڙڪڻ لڳو:

"ها هيڊز، مون ڌرتيءَ تي گهڻو ڪجهه- نه، پر سڀ
ڪجهه ڏٺو. ڌرتي جيڪا مرڻن جي ماءُ آهي. حياتيءَ جي علامت،
اتي مون سڀ ڪجهه ڏٺو.

"مون اتي ڏٺو: مرڻن انسانن خدا کي ماري، آد-شڪتي
سرشتي جي هر نيم کي ٽوڙي ڇڏيو آهي. 'نه'- سرڻن جو اٽڪس
گڻ آهي. هو هينئر پاڻ- ڌڻي آهن. ڌرتيءَ جا خدا. آد-شڪتي
سرشتي جا پاڻ سرجڻهار، پاڻ- اپائيندڙ. 'نه'- سندن اهو گڻ
آهي، جنهن جو ڪڏهن به انت ڪونه ٿئي. 'نه' جي ڪا پڇاڻي
ڪانه آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو هو، دائمي ڍاهيندڙ- اپائيندڙ
آهن. اپائيندڙ- ڍاهيندڙ. ۽ خلقيندڙ تنهن ڪري سدا ڀوڳينا ۽
جهاڳ سندن سدا لکيو آهي.

"هيڊز، چا تون ڄاڻين ٿو: ڌرتيءَ وارن کي انهيءَ سدا
ڀوڳنا، پيڙا، لوچ، لوڇ پوڇ ۽ سوچ ڏني، بيچيني. 'نه'- جي

اڻ ـ ڪٽ سلسلي وانگر اتي سوچ جي ڪا پڇاڙي ڪانه آهي، اتان، ڌرتيءَ تان ان سوچ ۽ لوچ جو ڪڻ مونکي ٻه مليو...."

"سسيفس!"

هيڊز رڙ ڪئي. سڄو پاتال گونجي اٿيو هيڊز شوريل اکين سان سسيفس ڏانهن سوال ڀريل نظرن سان ڏسڻ لڳو. جنهن ۾ سڌو سنئون حڪم هو: گهري پٽ ڪي ديوتائن جي اڇا پٿاندڙ مٿي ڪٿي، وري ساڳي مشغوليءَ ۾ جنبي وڃي ٿو يا نه

سسيفس خاموش ٿي ويو، سانتيڪو، ٿمندڙ اکين سان هيڊز ڏانهن ڏسڻ لڳو.

ڪيترن ڪنن جي سانت ڪانپوءِ، هيڊز تان اکيون هٽائيندي ارمان ۽ ڏک ڀرئي لهجي ۾ چوڻ لڳو:

ها هيڊز، مان هيٺو هوس، ديوتا سگهارا. هنن جو فيصلو اٽل هو. جو هو سگهارا ها مان ديوتائن مان نه آهيان- ديوتا، جيڪي آڪاش سان پيار ڪن ٿا. منهنجو ڌرتيءَ سان انس آهي. منهنجو ڌرتيءَ سان لڳاءُ ديوتائن کي نه آئڙيو. ديوتائن مونکي وري وري سڏيو. ياد ڏياريو: ڌمريا، سيکت ڏيڻ جا دڙڪا ڏنا. چئيو: تنهنجو لکيو پاتال ۾ هيٺ، پٿر ۽ جبل آهي. اڄ - ۽ اڄي جهاڳي.

"پر هيڊز، منهنجي من نٿي چاهيو ته مان ڌرتيءَ کي ڇڏيان. ڌرتيءَ جي ڌوڙ جي سڳنڌ، وهندڙ پاڻيءَ جي ٺڏاڻ، سج جي تپش، مون ڇڏڻ نٿي چاهي. ڌرتيءَ سان انس هر ماڻهو جي ڪمزوري آهي. منهنجي به هئي.

"پر اوهم! وڏي ڏٺيءَ جو امر اٽل هو. منهنجي نت نئاءَ ۽ گوڙنات تي هو ڏاڍو ڌمريو. سندس پيغمبر هومز ڌرتيءَ تي آيو. جنهن مونکي ڌرتيءَ کان زوريءَ ڌار ڪري، موت - گهر اندر، هيٺ پاتال ۾ ڌڪيو. اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن...."

هيڊز جي چپن تي سرهائيءَ ۽ سوپ جي انيوءَ وچان مرڪ ڦهلجي وئي.

ديوتائن جي سڙني ڦٽڪارين جون نظرون سسيفس ۾ کپي ويون. هو چپ هو. ماٺ، سندس هٿتيءَ کي چٽڪ جبل کان به وڏيڪ سگهارو بڻائي ڇڏيو هو. هو اڏول هو ۽ ڪٺور.

پر هيڊيز جي مرڪ تبديلن کي ڇرڪائي وڌو.

سسيفس چوڻ شروع ڪيو. ننڍا ڪڙي پر سرت پريل پڙلاءَ ۾.

”جيون، جيئن تہ مرڻن لاءِ وقتي هئي، تنهنڪري نهايت قيمتي ۽ ڪمزوري پڻ. موت اٽل هو.

”تڏهن سوال اڀريو تہ: ’نہ‘ — جي لڳاتار سلسلي ۾ ڏاهم ۽ ڏاهم جو سلسلو، وستار جي پرم ۾، ڪٿي، پاڻ - نڳڻ تہ نہ آهي.

”موت اٽل - آهي.

”اتي مرڻن تي، پنهنجي حياتيءَ جي مشغولين جي ائبسرڊٽي پڌري ٿي: سڀ ڪجهہ اجايو.

”سڀ ڪجهہ اجايو

”پوءِ بہ مرڻي جيون سان ايڏو پيار ۽ اتساهہ پريو انس! مورن ۽ پوڳنائن سان موهہ!

”تنهن مونکي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو!

”اتي مون پڏو:

”نيٺ اسين جيئون ڇو ٿا؟ جڏهن پڇاڙي اوس موت آهي!؟

”سسيفش - ڏاسڪ جي پورائي لاءِ —

”ان مونکي ڇرڪائي وڌو

”۽ مون اسالڪ هڪ نظر پنهنجو پاڻ تي وڌي: اچرج ۽ حيرت مان.

سوچ جو لچڻ جيئن تہ ڏرتيءَ مونکي بہ بخشيو هو، سان سوچيندو رهيس. ان بابت. جڏهن کان هرمز مونکي زوريءَ ڌرتيءَ کان ڌار ڪري، هتي موت - گهر ۾ پيهر ڦٽو ڪيو. ۽ مان هتي ڳري پٿر کي جبل جي چوٽيءَ تي چاڙهڻ جي ناڪام، اجائي جاڪوڙ ۾ جنبايو ويس. جو مان سڀا ديوتا زيوس جو نندپل هوس. ۽ اها منهنجي سزا هئي.

”هن ٽاڪيل، سخت ايذاءَ ۽ پيڙا واري مشغوليءَ بابت سوچيندو رهيس، جڳن جي لڳاتار پيڙا ۽ ناڪاسيءَ جي اذيت منهنجي سوچ جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا.
”نيٺ ڇو؟“

سوال جي بڙڇي ڪٽي هن مٿي نهاريو ته هيڊزگم هو، مڙني ڦٽڪاريل ۽ ديوتائن جي ننديلن جي منهن جا پنا لٿل ها، ۽ وجود ڪارائيل. پاتال ۾ سنئون وڏيڪ گهرو ۽ هيبائتو ٿي ويو. سسيفس جي سڪل چپن تي مرڪ تري آئي. هن پڇڪيو: ”زيوس وٽ ڊانهين ويو آهي.“

۽ پوءِ هن چوڌاري نهار ڪئي:

اڪسيان جي شاهي ڦيٿ تهائين تکي هلندڙ. ڊينائڊين پرڻ سان تيز تيز پاڻي ڪيندڙ. بکيو ۽ اڃيو ٽين ٽالس وڏي ءَ ڦٽڪندڙ ۽ پاڻون ڪائيندڙ. سندس مٿان ٽنگيل، سدا ڪرڻ لاءِ تيار پٿر لڏندڙ. ٽٽيس جي جيري ڪي وڏيڪ بيرحميءَ سان چنندڙ، پنيندڙ ڳجهون. سندس پر ۾ بيٺل سيلمونس بڙبڙ ڪندڙ.

۽ پوءِ هن پاتال جي هيبتناڪ اوندهه ۽ سانت ڪي چيريندڙ نظرن سان ڏٺو.

”مان پنهنجي سنڌ ڏانهن موٽڻ چاهيان ٿو.

”جميل سگهه جي آڏو ٽيڪ منهنجي سياءَ جو انگ آهي.

”منهنجو انڪار، انهيءَ آتما خلاف آهي، جنهن سگهه جي آڌار تي مونکي نندڻ جو حق پاڻ وٽ رکيو، مونکي ننديو ۽ پوائتي سزا مڙهي، پوءِ هن پوائتي سزا ڪي منهنجو مقدر بنايو.

”منهنجو هيءُ انڪار، منهنجو سياءُ آهي. جنهن ۾ آءٌ هر پيري اتم سگهه پاران مڙهيل مقدر ڪي هوڪاريندو آهيان....“

سسيفس پنهنجي منهن ڳالهائڻ لڳو:

”ها، مان ئي آهيان جنهن موت ڪي زنجيرن ۾ وڌو هو. جنهن ايسوپس ڪي سچ ٻڌايو ته تنهنجي من مهٺي سهٺي ڌيءَ ايجينا ڪي مهاديوتا زيوس ڀنيلائي پڄائي ويو آهي. اهو مان ئي

آهيان جنهن ديوتائن جي ڪرتوتن کي وائکو ڪيو. سندن ڏوهاري اصليت کي پڌرو ڪيو. مان ئي آهيان، جو موت جي واديءَ جي والي هيڊز سان ساهمون ٿيس. مان: سسيفس، جنهن ديوتائن جي پروهت ورت جي پچڪڙي ڪئي. سندن منشا جي ابتڙ ڌرتيءَ سان موهه رکيو.

”مان ديوتائن جي دستورن کان انڪاري آهيان

”انڪار: منهنجو منڊ

”مونکي پنهنجي منڊ ڏانهن موٽڻ گهرجي.“

”مونکي پنهنجي منڊ ڏانهن موٽڻ گهرجي

”منهنجو منڊ: انڪار—“

سسيفس ڏٺو: مهاديوتا زيوس جو پيغمبر هرمز، هيڊز سان گڏ بيٺو هو. پنهنجي روايتي تکائيءَ، چالاڪيءَ ۽ اُبهرائيءَ وچان، هو حرفتي چال سان سسيفس کي گهوري ڏسي چوڻ لڳو:

”ابو زيوس، جيڪو ساري وس جو ڌڻي آهي. جيڪو مينهن ۽ ڪڪرن جو رب آهي، جيڪو پوري سرشتي جو اُپائيندڙ ۽ پالڻهار آهي. سسيفس! تون انجي امرن کان وري ڦري رهيو آهين؟“

سسيفس جي سُڪل سرير ۾ تازي ساس پري جنبش آئي:

”ها—“

”ڇا تون نٿون ڄاڻين تہ زيوس جي سگهہ ڪائنات جي مڙني سگهن کان اُتم آهي. زيوس، جيڪو وڄ کان وڌيڪ تيز آهي....“

”ڄاڻان ٿو.“ سسيفس، ڏِهڻائيءَ پر وشواس سان وراڻيو.

”۽ ابو زيوس، انهن کي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندو آهي، جيڪي سندس پروهت ورت پچندا آهن. سندس، پروهت ورت اٽل هوندا آهن.“

”پر مون آهي پڳا آهن.“ سسيفس ارڏائي سان وراڻيو.

”هرمز، مون آهي پڳا آهن.“

هو ڳوڙهي ويچار ۾ پئجي ويو.
۽ پوءِ سندس ڳنڀير پڙلاءُ پاتال جي پٿرن سان ٽڪرائڻ لڳو:
”هرمز، پڌ: جڏهن سان ڌرتيءَ تي ويس، ڌرتيءَ جي اڻ-ڪٿ لوچ مونکي سوچ ڏني. هرمز، سوچ مرڻ جي هستيءَ جو نه-ڇڇندڙ پاڳو آهي. اتي مون ڏٺو:
”موت، هستيءَ جي منزل آهي. اٽل.
”پوءِ سوچ اتي: نيٺ جيئڻ ڇو ٿا؟
”هن سوال جي جواب ڪي اتي هر جٿي، هر ڌر پنهنجي پنهنجي رنگ ۾ رنگي، پنهنجي جيئڻ جو سانگ پيدا ڪيو. جو جيئڻ، اتي ڪمزوري آهي. يا هيرـــ پر جنهن ڳالهه مونکي چرڪائي وڌو، اهو هو: جيون: سسيفس ٽاسڪ جو پورائو!
”ها، جيڪا مشغولي منهنجي مٿان ديوتائن مڙهي.
”جيون جي باري ۾ سوچ جي هن رخ مونکي سچ پچ دونڌاڙي، چرڪائي وڌو جنهن دونڌاڙي منهنجي سوچ جي تندن کي چڪي وڌو:
”نيٺ ديوتائن کي ڌرتي لاءِ منهنجي سنڌ ۽ مان ڇو نه ٿا وڻون؟
”مونکي، پاتال ۾ واڙي، جبل تي ڳري پٿر چاڙهڻ واري ناڪام جاکوڙ ۾ جنبڻ سان کين ڪهڙو لاڀ؟
”نيٺ مان ديوتائن جو نديل ڇو آهيان؟
هرمز پنهنجي ”....“ قوت جسم کي اتاوليءَ سان ڇوريو- چٽڪ ڏيکاريندو هجي ته کيس سسيفس جي انهن بيهودين ڳالهين سان ڪا دلچسپي ڪانه آهي. هو هر ويل تکڙو هوندو آهي کيس سهل گهٽ هوندي آهي. هن اڻ-وڻندڙ تکين نظرن سان سسيفس ڏانهن گهوريو. پوءِ سسيفس جي جبل کي ڏٺو. هيٺ پيل ڳري پٿر کي ڏٺو. پوءِ وري سسيفس ڏانهن ڏٺو. سندس اها تکڙي خاموش نظرن جي ڇرپر وڏي معنيٰ واري هئي.
”نهـــ“ سسيفس، اڏول جبل جيان سانتيڪي پڙلاءَ ۾،

هرمز جي تڪڙي، خاموش چرپر جي جواب ۾ وراڻيو.
”نہ-“ هن ورجايو. ”مان انهيءَ سڙهيل مشغوليءَ ۾ جنهن کان انڪار ڪيان ٿو، هورمز. ها، انڪار ڪيان ٿو.“
هرمز ڪرڙين اکين سان ڪيس ڏٺو. پوءِ چوڌاري نهار ڪئي: شوريل تکيون اکيون. مڪاري منهن مان ٽمندڙ:
اکسي يان کي ڏٺائين، جنهن کيڏ هن جڳ اڳ، قيمت سان پڌو هو. ڊينڊز ڏانهن ڏٺائين.
موت-گهر ۾ خاموشي، اندر ئي اندر سناٽي جي سيني اندر ٿرٿلو مچيل. سسيفس، انهيءَ کان بي پرواهہ، اڏول بيٺل، گري پٿر جي پر ۾. جيڪو صدين کان سسيفس جي پوري سگهہ ڪارڻ چرپر ۾ هو، سو چٽڪ ويڳاڻو، سسيفس جي هٿن، پيرن جي چرپر جي اوسيڙي ۾ پيل. هرمز، سسيفس ڏانهن منهن ڪري قطعي نبيري واري انداز ۾ چيو:
”سسيفس، پٿر ۽ جبل تنهنجي اوسيڙي ۾ آهن.“
”مان انڪار ڪيان ٿو.“ سسيفس جو هوڏي آواز.

**سانت**

سانت جي سيني کي چيريندڙ سسيفس جو آواز:
”هرمز، مون هن پٿر ۽ جبل سان جڳن کان جهاڳيو آهي....
”جڏهن منهنجي ٻل واري لڳاتار پورهئي جي آڌار تي هي پٿر مٿي چڙهندو هو- ۽ ڪرڻ لڳندو هو.
”مٿان کان هيٺ ڪرڻ وارين گهڙين جي وٿي، مون لاءِ اها سلهائتي وٿ هئي؛ جن ۾ مون پنهنجي پورهئي، پگهر، رت، سگهہ جي زور جو ڦل هيٺ ڪرڻ جي انتهائي پيڙا پرئي ڏيک ۾ ڏٺو. ڪيڏو ايذاءُ ڏيندڙ. صدين جي لڳاتار پيڙا، ناڪاميءَ جي ايذاءَ ۽ انتهائي ڪريل جٽ، منهنجي سوچ جو ڳڙ ڪڙو کوليو. جنهن سونکي، منهنجي سرت ڏني.
”ها، جڏهن سوچ نہ هئي، انيو نہ هو، تڏهن پيڙا بہ نہ

هئي، منهنجي در گهٽنا تڏهن ڪان شروع ٿي؛ جڏهن سونکي منهنجي سرت ٿي ۽ مون پنهنجو پاڻ کي انيو ڪيو. جڏهن منهنجي درگهٽنا منهنجي آڏو پڌري ٿي ته ان سونکي ڇيڇاڙي وڌو، هن پاڻ ـ سڄاڳيءَ منهنجي هستيءَ ۾ ساندان مچائي ڏنو.

”جبل تي مٿي ڏڪجندڙ پٿر، پٿر هيٺ ڪرندڙ، ڇڙهندڙـ ڇڙهندڙ، ڪرندڙـ زور ــ هن هڪڙيئي رينگٽ سچ پچ سونکي ڪڪ ڪري وڌو.

”مون سوچيو: واقعي ديوتائن منهنجي مٿان نهايت پوائتي سزا مڙهي آهي. نيٺ هن، هڪ ئي چڪر جي گهير ۾ گهلجندڙ سگهي، بيهودي مشغوليءَ جو ڪهڙو ڦل؟

”۽ ڪنهن لاءِ؟

”ڏرتيءَ جي مليل سوچ منهنجي سونهين ٿي: هيءَ هڪئي رينگٽ واري بيهودي چرپر سگهي نه آهي؛ ائبسرڊ نه آهي: هن رينگٽ ۾ سونکي ملندڙ ايذاءُ ۽ جُٺ. ديوتائن اتمتا، وڏائيءَ ۽ پرڪاس جي احساس جي ترپتي ڪري ٿي. ها جيڪڏهن زيوس نه هجي ها ته پوءِ سون سان اهڙي جُٺ نه ٿئي ها، هن سموري چرپر جي پيڙا ۽ انجي ناڪاميءَ سونکي سرت ڏني ته:

”ــ جيڪڏهن مان ديوتائن منجهان هجان هان ته سون سان اهڙي تعدي نه ٿئي ها.

”ــ مان نستو آهيان، ديوتا سگهارا. انهيءَ ڪري هو سون تي پنهنجي هر اڇا مڙهي سگهن ٿا.

”ــ راڄ اوڪنڊو سدائين سگهه جي هٿ هيٺ رهيو آهي، جنهنڪري سندس هر امر پوتر آهي. جو اهو سگهاري جي اڇا جو آواز آهي.

”منهنجي مٿان هن مڙهيل....“

هو چپ ٿي ويو.

هرمز جو آواز آيريو:

”تون ڀيٺو آهين. ڪجهه نٿو ڪري سگهين. ديوتا سگهارا آهن. سسيفس! پٿر ۽ جبل ٺنهنجي اوسيڙي ۾ آهن.“

”نه—“ مسيفس رڙ ڪئي.
”مان انڪار ڪيان ٿو.“ ميچريل هوڏيءَ جو پڙلاءُ.
”مان انڪار ڪيان ٿو.
”هينئر آهيان: چاڻان ٿو، پر بغاوت هيٺن جي سپاهَ جوئي انگ آهي. چاڪاڻ ته هو هيٺاهَ آهن، انهيءَ ڪري بي‌وس. بي‌وسيءَ جو ويڃندڙ انيو هيٺن کي بغاوت لاءِ آپاريندو آهي. اهو سپاويڪ آهي، جو هو انهيءَ انحراف، انڪار ۽ بغاوت جي هير مان سوچ ساڻيندا آهن....“
هو سچو ڳاڙهو ٿي ويو. منهن ڦاسٽي هٽي ويس. ٽڙڪڻ لڳو:
”نه—“
هرس لفظن تي زور ڏئي چيو: ”ديوتائن جو ديوتا، پوري ڪائنات جو ڏٽي ابو زيوس، انڪارين کي ڪڏهن نه بخشيندو آهي، مسيفس.“
”اها ڪا نئين ڳالهه ڪانه آهي.“ مسيفس بي پرواهيءَ مان ورائيو.
۽ پوءِ پراڏي ۾ گونج آئي:

ديوتائن جو ديوتا: زيوس
نيجوان
سڀ کان وڏو
سڀ گڻ گيس جيڳائن
جيڪو سڀ کان سگهو.
۽ سپرو آهي.
هو مها آهي.
گاج گجگوڙ وچليون
سندس ادويتي روپ آهن
سگهه، سپرائي

سنڌس چئيدان پانها آهن

هن —
ھوڏين ۽ نئرن
ڪپاترن ۽ پاڪين لاءِ
هيٺ پاتال ۾
جهنم جوڙيو
اسانجو زيوس
خلقڻهار - پالڻهار
جنهن اسانکي هر سوکڙي ڏني
جيڪو:
پوري جڳ جو سنڀاليندڙ آهي
مڪتي ڏياريندڙ
جنهن کان سواءِ
هوند جڳ ۾ اونڌهه انڌوڪار هجي
هوئي آهي
سنڀاليندڙ - پاليندڙ
هن کان سواءِ ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو؟
جو هن سرشٽي کي هلائي.

ابو زيوس:
هوڏين - نئرن
ڪپاترن ۽ پاڪين کي
ڪڏهن نه بخشيندو آهي
ڪڏهن نه —
هو سڄاڻ آهي.

سسيفس جي سُڪل ڇپن تي سرڪ پهڪي وئي. ۽ سنڌس پوري هستيءَ ۾ سرت - پري ڏڪار ، سرڪ ۽ ڏڪار جي هن سنگم

سنڌس ڏيري، پر هيئلي وجود ڪني. ڏيا ڏني ۽ وڏائيءَ ۾ پري چڙهيو. ڏيا ۽ وڏائي، سنڌس سرير تي ٺهڪندڙ هستيءَ جو انگ بڻيل.

اوچتو وچ جو چمڪاٽ ٿيو. ڌرتلو متو. پوري ڪائنات ڏڏي وئي.

سسيفس کي ديوتائن جي دربار ڏانهن نيو پئي ويو.

۽ جڏهن، سسيفس کي ديوتائن جي اولمپئن محل ۾، جيڪو جبل جي انتهائي چوٽيءَ تي اڏيل، آڪاس سان سينو ساهيندڙ هو، آندو ويو، تڏهن هڪ پيرو، اولمپس جي دبدبي ۽ حشمت کيس هيسائي وڌو. پر ستت ئي، هن پنهنجي حواسن جي لگام کي هوشياريءَ سان جهلي ورتو.

۽ جڏهن سندس سرت موٽي آئي ته اولمپس جو ادمبر سنڌس دل ڪچي ڪرڻ لڳو. ديوتائن جي تخت جو وچايل چار آڪرو لڳڻ لڳس. سنڌس من تهان وڌيڪ تڪار سان پرجي ويو. وروٽ، پوري ٽيڪائيءَ سان سرير جي رڳن ۾ ٻڪون پائڻ لڳس.

سسيفس اولمپائي خدائن آڏو بيٺو هو: هيٺون ڏيرو، هٺيلو ۽ اڏول. سرڪشيءَ جي مستيءَ ۾ جهومندڙ.

سنڌس پڙلاءُ گونجيو:

”جڏهن مدر ارٿ جي ڪک مان ڄاولن منجهان هن پوري وشتو ماندڻ تي ٽيٽانز جو راڄ هو، تڏهن، تن منجهان هڪ ڪرونس بغاوت ڪري، پيءُ کي قتل ڪري ڪائنات جي سڳهه تي قبضو ڪيو ۽ پوري جڳت جو ڌڻي بڻيو.

”ان ڪان پوءِ ٽيٽانز جي مهندار ڪرونس، جنهنجي پونئرن مان تون آهين، جنهن بغاوت ڪئي.

”انڪار جو اهو سلسلو سڀاويڪ آهي.

”تو، وچلي، ڪاچ ڳجڳوڙ. ڪڙڪي ۽ پون ڪنب، جيڪي

هر اسرندڙ سگهه جا هٿيار- هوندا آهن، ڪتب آندا. ڏاهپ ۽ اڳ ويچار جي ڏٺيءَ پروميٿيس به، پنهنجن وڏڙن ڪان ۽ انهن جي سرشتي ڪان منهن سوڙي تنهنجو ساٿ ڏنو.

”بغاوت جو هي سلسلو سپاويڪ آهي.“

ستيفس پنهنجي هيٺي هستيءَ ڪي، جيڪا جڳن ڪان ٽڪل هئي، ٽاٽي ٽڙو- ڪڙو ڪيو. آواز ۾ پنهنجي جٽ جي ويرَ جو وڌيندڙ احساس اوتي چيو:

”پر، زيوس منهنجو انڪار، انهيءَ روايتي انڪار ڪان نرالو آهي. هيءَ منهنجي بغاوت، پنهنجن وڏڙن ڪان نه، پر اختياريءَ جي سگهه خلاف آهي: سرٽي جي آ سرٽي خلاف. ڌرتيءَ سان دل رکندڙ جي، آڪاس خلاف. هيٺي جي سريشت خلاف ....“

زيوس جي نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا. منهن ٽاسٽي هٽي ويس. سندس آواز ڪڙڪيو:

”ڇا تون پروميٿيس جي سزا ڪان اڻ-ڄاڻ آهين؟“

۽ پوءِ پڙاڏي ۾ گونج ٿي:

ابي زيوس جا چئيدان، پانها فورس ۽ وائلنس پروميٿيس ڪي ڇوڪنپو ڪوڪاڪس جبل تي نيئي ويا. جتي هنن کيس تکي چڀندڙ ٽڪريءَ سان، مٿي پر ڇڪي ٻڌو، سخت الماسي زنجيرن سان، جن کي ڪير به پڃي نٿي سگهيو.

۽ هنن کيس ٻڌايو:

تون سدائين اتي چٽبو رهندين
توکي انهيءَ اڻ-سهي سور ڪان ڇڏائڻ وارو ڄائو ئي ڪونہ آهي.
ديوتائن منجهان هڪ هوندي
توکي مها ديوتا جي ڏمر جو پتو نه ٿيو
جو تو سرٽن کي اهو سان ڏنو

جن جا هو لائق نه ها—
۽ هاڻ:
تون هن سراڻ تي پيو گهرڙج
تنهنجي لاءِ نه ننڊ آهي نه آرام
۽ نڪوئي تنهنجي چرپر ۾ گهڙين جي ڪا مهلت
ڪيئڪ ڪنجهڪار تنهنجي ٻولي آهي
رودن، دانهون تنهنجا لفظ آهن.

۽ پوءِ رت ۾ وهنتل عقاب آيو
بکيو، ڇتو، اڻ-سڏيو مهمان پڃيئي
پروميٿيس جي سرير تي ٽُٽي پيو
انکي چيري ڦاڙي
ڇيهاڙيون ڇيهاڙيون ڪري ڇڏيائين
۽— سندس ڪاري جيري کي
ڇتو ٿي زمر سان پٽڻ-چڻڻ لڳو.

پوءِ هرمز کيس ٻڌايو:
مهاديوتا زيوس جي امر سان
تنهنجي انهيءَ پيڙا ڀري سڪرات جو
ڪو انت ڪونه آهي
ڪا ڇٽڪاري ڪانه آهي
ايستائين، جيستائين
آسماني خدا
توکي انهيءَ ايذاءَ کان آجو نٿا ڪن
اها پيڙا تنهنجو لکيو امر آهي.

”مان پروميٿيس جي مقدر کان سڄاڻ آهيان“. مسيفس چڙ سان هوڪاريو. جڏهن کيس ڪنهن ڏکي وڏو هجي، ”ها، مان

هنجي لکئي کي ڄاڻان ٿو. هنجي پيڙا پري سڪرات جي پڇاڙي ٿي“
”۽ منهنجي پيڙا—
”جنهنجي ڪا پڇاڙي ڪانهِ آهي.“
هن وڏي واڪ ڇيو:
”زيوس، منهنجي سزا پروميٿيس کان وڌيڪ ڀوائتي آهي. جنهنجو ڪو انت ڪونهِ آهي. ڄا ايذاءَ ۾ پروميٿيس وانگر ظاهري وار ڪانڊاريندڙ ڪانهِ آهي. پر لڳاتار هڪ ٿي قسم جي پورهئي ۽ ان ۾ پورهئي ڪندڙ لاءِ سکئي، نسقل نتيجي ۽ ان سکئين جو ڇيريندڙ احساس ۽ سرت، چند کنن جي مهلت اندر— هن پورهئي جي ورود دوران .... پوءِ به— سا ڳي سکئي مشغولي، جنهن ۾ پوري وجود جي سگهه ۽ توانائي رذل ۽—
”زيوس، جيڪڏهن منهنجي مٿان پروميٿيس واري سزا مڙهي وڃي ها تہ مان ڀاڳ وارو هجان هان....“
هو چپ ٿي ويو. زيوس جو ناسٽي ٿيل منهن وڌيڪ ڀوائتو ٿي ويو. اولمپس جون ادبر ۽ نٽ سان ڳاٽ اوچو ڪيل ڀتيون، سرڪي پيون. مڙني ويٺل ديوتائن جون اکيون زيوس ۾ کتل ۽ سندس معنيٰ واري خاموشيءَ کي جاچيندڙ. سسيفس جي گنڀير سانت، اولمپس جي دٻدٻي ۽ حشمت کي هوڪارڻ لڳي.
نيٺ سانت جي چپ کي ٽڪيندو، سسيفس جي پڙلاءَ اوچي ڳاٽ ۽ نٽ واري اولمپائي ديوتائن جي محل کي ٽڪڻ لڳو:
”زيوس! هن ۽ مون ۾، جيڪي ٻئي ڏوهن جي خاني ۾ رکيا وياسين، اهوئي بنيادي فرق آهي: هو ڀاڪي هوندي به ديوتائن منجهان آهي ۽ مان: دائمي، سدا باغي، ديوتائن جي پيڙهيءَ مان نہ، ۽ ڪڏهن به مهاديوتا بڻجڻ جي اِڇا نہ رکندڙ.
”۽ مان پاپي سڏيو ويس، جو مهاديوتا جو ڳجهہ وائکو ڪيم. جنهن ٿي ديوتائن مون تي ڏوهہ مڙهيو تہ مون ديوتائن جو ڳجهہ چوري ڪيو آهي!
”پروميٿيس، اوهان ديوتائن منجهان هو. جنهن مرڻن کي

سرڳ مان باهم چورائي ڏني ڪين ڪيتي سيڪاري ۽ انهيءَ جي سکيا ڏني. پر مان ديوتائن منجهان نه آهيان، انهيءَ ڪارڻ پاتال ۾ دائمي نندڻيل رهيس. اپالو، آخرڪار پروميٿيس کي زنجيرن مان مڪتي ڏياري. تو ان جي اجازت ڏني. نيٺ ڇو؟ ڇاڪاڻ ته هو اوهان منجهان هو. هڪ ۽ مان....

”۽ مان جيڪڏهن چوان ته:

”زيوس ڪاسي آهي، هن انجينا ڪي ڀنيلائي ڀڄائي، ان جو ست ٽوڙيو، انهيءَ ڪري زيوس ڏوهي آهي.

”۽ جيڪڏهن مان چوان ته: زيوس، مهاديوتا نه، پر مها پاپي آهي. هو وڏو ٻهروپيو آهي. هن روپ بدلائي پوري خلق کي ٺڳيو آهي. هن ڊينيا جو ست ٽوڙيو، ليڊا کي ڀنيلايو ۽ ڪيترين ديوين منجهان پنهنجي ڪاسي خرص جي باهم اُجهائي. هو وڏو سانگ رچائيندڙ آهي: هن ان پيٽ جو نالو ايجينا رکيو، جنهن پيٽ تي هن منڊس ست ٽوڙي، پنهنجي شهوت پوري ڪئي. ۽ هن کي، مانواري ٺهرائڻ جو ڍونگ رچايو.

(۽ مون ڏرتيءَ تي به ڏٺو: ڀنيلجڻ، ڌتارجڻ ناريءَ جو مقدر بڻيل. ديوتائن جي خرصي ڳهرج پوري ڪندڙ مانوارو ٿيل. اهم نيم بڻيو).

”۽ مان جيڪڏهن چوان ته زيوس وڏو ٺڳ ۽ انياءُ ڪندڙ رهزن، مها پاپي....“

”سسيفس!“

زيوس ڏسرجي، ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ ڪنوڻ بڻجي ڳجيو. سسيفس سانتيڪو ۽ نهنو. هن زيوس جي گرج کان بي‌پرواهه، پنهنجي وچير ڌنئل سلسلي کي جاري رکيو:

”ها زيوس، مان توکي مها پاپي ۽ مڪار ڇٺي سگهان ٿو. پر نه — تو بابت منهنجي انهيءَ ڇٺي کي پلوتائي سلهه ڪونه آهي. نه سلي سگهي ٿو. جو مان هيٺو آهيان، وهيٺو. سگهه جو هر ڪرتوت جائز آهي. ۽ پوتر پڻ، جو انهيءَ کي فورس

جي آڌار تي سڀڪو ماڻ آهي
”سچ، سکھ جو گولو آهي.“

هو چپ ٿي ويو ۽ ملول. ملولائي سندس پوري هستيءَ کي ويچارو بڻائي ڇڏيو ۽ سندس هٺيلائپ کي ڇپائي ڇڏيو. ويٺل مڙني ديوتائن جون نگاهون زيوس تي ڄميل هيون. هن اوسيڙي ۾ ته: هو، مسيفس لاءِ اڃان به ڪهڙي وڏيڪ پوائتي سزا پڌري ڪري ٿو. هوسن، زيوس جي حڪم جي اوسيڙي ۾ سجاڳ ۽ انهيءَ جيءَ پوئواريءَ لاءِ تڙوڪڙو ۽ هوشيار ويٺل.

زيوس ڪنهن گهري ويچار ۾ ٻڏل هو. سندس انهيءَ ويچار کي پيا ديوتا هيءَ سمجهي اوڍي رهيا ها ته، هو هن سدا-هوڏيءَ، لوڻيءَ، ديوتائن جي انڪاريءَ ۽ هنن جي پوتر اڇا خلاف هلندڙ پاڪيءَ کي اڃا به وڏيڪ سيڪيت ڏيڻ لاءِ فرمان جاري ڪندو.

وري به انهيءَ سانت کي، مسيفس جي ملول پڙلاءَ ڀڳو:

”ها، سکھ، سچ آهي. سون ڌرتيءَ تي پڌو: سچ وڏي سکھ آهي، ڌرتيءَ وارا ويچارا سڙٽا، ”نه“-جي اڻکس ڳڻ هوندي به پرتڪش پرماڻن سان سچائيءَ جي ماپ ڪندا آهن. تن کان ديوتائن هيءَ سُرجيت لڪائي ته: سرشتي جي رفتار ۾، سکھ وڏو سچ آهي. جيتوڻيڪ اها سرت به سونکي، اتي ڌرتيءَ تي ئي لڌي. جو سون ڏٺو ته، ڌرتيءَ جا پلاسانس، سچ جي نالي ڪنهن شي پٺيان سرگردان آهن. ۽ مان به انجو ڳولائو ٿي پيس، پر ڇا پاتم؟ ته: اها ڳولا پرم کان سواءِ ڪجهه به نه آهي، جي سچ جي نالي ڪا شي آهي ته، اها سکھ آهي. ڌرتيءَ وارا، جيڪي سدائين پنهنجي ئي هٺرادو جوڙيل سچائين جا ماريل آهن—

”ڇيو ويو. روشني سچ آهي. سوجهرو سچ آهي. سونهن سوپيا سچ آهي. ڏاهپ سچ آهي. ڀل مانسائي سچ آهي. موسيقي سچ آهي. ڪويتا سچ آهي. سوپياس سچ آهي. رس گيان سچ آهي. وڪتا سچ آهي. اسن ۽ آشتي سچ آهي ۽ انهن ڳڻن جو

ديوتا اپالو آهي. جيڪو ڪڏهن ڪوڙ نٿو ڳالهائي. سچا پول سندس سپاهه جو اڻ-ڇڇندڙ ڀاڱو آهن. اپالو، جيڪو ڇڏائيندڙ هٺ-سچو ڪندڙ آهي.

”پوءِ به زيوس جي هٺ-هيٺ آهي. سندس پانهون. ڇا اهو ڪوڙ آهي؟“

”ڇا هيءُ ڪوڙ آهي ته زيوس، جيڪو سگهارو آهي، فورس ۽ وائلنس جنهن جا پانها آهن، اڳ-ويچار جي ڏاهپ جو ڏٺي سندس درباري آهي، تنهن سچ جي ديوتا اپالو کي، ايڊميٽس جو گولو بڻائي ڌرتيءَ تي ڌڪي ڇڏيو هو.

”۽ مون ڌرتيءَ تي ڏٺو: سچ کي، سگهه هيٺان ڇيپائجندو. ۽ اتي مون ڏٺو سونهن ۽ سوپيا کي، ڏاهپ ۽ ڪويتا کي، سوپيا رس ۽ رس ڳيا کي، ڦڪتا ۽ سوجهري کي ۽ پوري سچائيءَ کي سگهه هيٺان ڇيچلائجندو. سگهه: جيڪا راڄ آوڪد جي سريشٽ وٽ هوندي آهي.

”هتي مون کي پنهنجي ماڻيل ڀاءُ سليمونس جي دڪياري موت وارو ڏيک ياد ٿو اچي. جنهن کي تو، جڳت-راجا سڏائڻ تي، گجگوڙ وڄليءَ سان آڦٽ ماري ڇڏيو هو. هو هيٺو هو. هن پاڻ کي ديوتا سڏايو ته هن کي چريو سڏيو ويو. ڇاڪاڻ ته وٽس سگهه ڪانه هئي، هر ديوتا لاءِ سگهه لازمي آهي، ڏاهپ ۽ اڳ-ويچار جو ساٿ ڪونه هو. تنهن ڪري وٽس ڇوهم ۽ ٻل به ڪونه هو. تو هن کي ماري ڇڏيو. ڏاهپ ۽ سگهه ڪانسواءِ، وائلنس بيڪار آهي ۽ بغاوت هڪ چرئي جو ناٽڪ.“

زيوس، ڪروڌ وچان پاهم ٿي پاسو بدلايو، سسيفس، پنهنجي ئي ڌن ۾ مگن ڳالهائي رهيو هو:

”مون کي اهڙي ڪل نه ورڳو هتي، ڳري پٿر جي ڪرڻ وارين ايذاءُ ڏيندڙ گهڙين جي وئيءَ ۾ سوچيندي پئي، پر مون ڌرتيءَ تي به ائين ڏٺو، ۽ تو زيوس، مون کي نندي، ڌڪاري، دائمي ڀوڳنا ۾ وڌو، جو مان هيٺو هوس. هن مهل تائين مون

جيڪا پيڙا پوڳي آهي، ڌرتيءَ ۽ آڪاش تي ڏڪا ڪاڏا اٿم، تنهن سموري مشغوليءَ جي اهائي پاڇي ڪيڏي اٿم ته: اها سچائي پوري ڪائنات ۾ آهي: سچ، سکهه جو گولو آهي. هرهنڌ. جتي به آسماني خدائن جو پاڇو آهي، اتي سچ، سکهه جو گولو آهي. ۽ ڌرتيءَ وارن منجهه به، جيڪي سگهارا آهن، سي سرپشت ها. جيترا هو سگهارا، اوترا ئي وت آهر پنهنجن وهيڻن مٿان پدم. هر سگهارو، پاڻ کان هيٺي مٿان، پاپيءَ جي چٽي لڳائي، سزا مڙهي، پنهنجي آتما ۽ وڏائيءَ جي احساس جي ترپتي ڪري ٿو. ائين جيئن تو منهنجي مٿان....

”سسيفس!“ هرمز رڙ ڪئي.

سسيفس، هرمز جي انهيءَ رڙ کان بيسڌ بڻجي چوندو رهيو: ”ها، زيوس! منهنجي مٿان هي مڙهيل هڪ ئي رينگت واري بيهودي چرپر سگهي ڪانه آهي، هيءَ چرپر، جنهن ۾ هڪ هيٺي سان انتهائي ڪريل جٽ ڪري، مٿس انتهائي دهشتناڪ سزا مڙهي ويئي آهي، سا تنهن جي آتما جي برپتيءَ جي مطلب کي پورو ڪري ٿي. هيءَ منهنجي لاءِ سگهي آهي. پر اهو اهم نه آهي، جو مان هيٺو آهيان ۽ تنهنجن بلوان جي هٿن ۾ ڪينهوڙو.

”منهنجي درپلتا، منهنجي بيوسيءَ جو ڪارڻ بڻي ۽ مون کان اهو اختيار کسيو ته مان پنهنجي اڇا پٽاندڙ پنهنجي وات اختيار ڪيان. تنو ڪري سگهان جو هيٺو آهيان.

”ته ڇا مان پنهنجي هستيءَ کي، جيڪا ”آهي“. پوءِ پل هيٺي ئي سهي، هڪ اٽي جي روپ ۾، تنهنجي سرشتي اندر سمائي ناس ڪري ڇڏيان؟

”نه — مون اهو نه قبوليو آهي. منهنجي انهيءَ ناڪار جي ابتدا سان منهنجي درگهٽنا شروع ٿي. ۽ انهيءَ درگهٽنا جو وڌيندڙ، چليندڙ احساس، انهيءَ سرت کان، جڏهن کان مون پنهن جو پاڻ کي آنيو ڪيو، ۽ جڏهن کان اها درگهٽنا منهنجي

آڏو پڌري ٿي. جبل تي مٿي منهنجي پوري سگهه سان ڏڪجندڙ پٿر، پٿر هيٺ ڪرندڙ- ڏڪجندڙ ڪرندڙ هڪ ئي رينگٽ...."
لڳي رهيو هو ته هو وڦلي رهيو آهي.
"پر سوچ ۽ سرت...."
اوچتو گجگوڙ ٿي ۽ وڄ جو چمڪاٽ.
سسيفس، چرين وانگر پڪاريندو رهيو:
"نه — نه ....
"مان انڪاري آهيان
"انڪار....
هن ڦٿڪي پاڻ ڇڏائڻ جي ڄاڪوڙ ڪئي. پر ڇڙڪنيو جهل، سندس جسم وڏيڪ سوگهو ٿي ويو.
وڄ چمڪي ۽ زيوس جو آواز گجيو:
"هن باغيءَ کي ساڳي سزا ۾ جنبيو وڃي. جو انهيءَ کان وڏيڪ ڀي سخت سزا ٿي نٿي سگهي. جنهن ۾ هو لڳاتار نلهو پورهيو ڪري: پٿر کي مٿي جبل تي پوري سگهه سان نيئي وڃي ۽ اهو زُم سان هيٺ ڪري، ۽ انهيءَ پورهئي جي پراپرت کان سڪٿو رهي."
زيوس وري ڪڙڪيو:
"هيڊز! سسيفس جي مشغول هڪ ئي رينگٽ واري چڪر کي ايڏو تکو ڪيو وڃي، ايڏو تکو ڪيو وڃي، جو انهيءَ ۾ سوچ لاءِ ڪا وٿي باقي نه بچي."
"سندس سونجهه جا سمورا ڳُڙڪڙا بند ٿي وڃن. حواس بيجان. جيئن هو پنهنجي دريلتائي انڪار مان سوچ ماڻي نه سگهي ۽ سندس باغي سپاءُ ناس ٿي وڃي، باقي سندس پيڙا جي سرت کي ارمان ۽ رودن سان جيئن جو تيئن رکيو وڃي؛ اهڙي ريت جو سندس پيڙا جي سرت ۽ بيوسيءَ جي ڄڻ جي ڇڪتاڻ جي وٿي وڏيڪ پوائتي ٿئي، جنهن ۾ هو جسماني پورهئي سان گڏ، آتمڪ طور به لوئبو — پوئبو رهي."

مسيفس کي پاتال ڏانهن نيو پئي ويو، هو هارايل هو، پوءِ به سوڀارو، وهيڻو هو، پوءِ به اڏول. جڪڙيل هو، پوءِ به سرڪش، نندڻيل هو، پوءِ به هٺيلو.

پاتال ۾ گهرو سناٽو آهي، چوڌاري موت جا پاڇولا رڙهي رهيا آهن ☐



دستور پٽاندڙ نڪتو آهي. اڀرا ڪپڙا پهري، شام کي ماڻڻ ڪاڻ.

شام: آخري پساهه پرينديڙ سج جي گولي مان سونهري ڪرڻن جا ٽڙڪا. ٽهلجي رهي آهي اڇاڻ: ٽڏي ٺڏي، نکريل ۽ اڀري. جڻ سج جي گهاٽي سونهري گول چمڪيءَ ڪائنات کي ڏوئي، اڇو اڀرو ڪري، ان ۾ پريو آهي اهڙو نور: جيڪو ساڻي ذهن ۽ نستي جسم ۾ بي فڪريءَ ۽ پنهنجو پاڻ ۾ وڃائجي وڃڻ جي ڏيهل امنگ کي اڀارڻ لاءِ ڪارڻ بڻجي ٿو، ۽ ڪارڻ بڻجي ٿو. مٺي مٺي پيڙا گاڏڙ اداسيءَ ۾، پاڻ وڃائي، هڪ عجيب قسم جو سرور ماڻڻ لاءِ. ڪنهن مهل ڪانپوءِ، شام — اڇاڻ جي جاءِ تي اوڙهيندي ڪارو ويس، پهرين سانورو، پوءِ گهاٽو ڪارو. ان ڪارڻ ۾ حيدرآباد جو شهر سينگارجي جهومي اٿندو. اڀري ڏوتل شام ڪانپوءِ ڪاري رات — پر انسان جي ذات قدرت کي مات ڪري، ڪاري رات کي ڏينهن ڪان وڌ سينگاريو آهي. (قدرت جي شڪست، انسان جي جيت). ۽ مٿان آپ ۾ ٽم-ٽم ڪندڙ تارن جڙيل شال هيٺان ڪائنات ۾ زندگي ماڻڻ جي جوت اوتي آهي. ويتر، مقدس سنڌوءَ جي ڪناري تہ اڏيل حيدرآباد جي رات ۾ آهي جو ننڍا ڪڙن نيڻن وارو نشو سمايل. پوءِ تہ جوڀن تي رسيل رات جي ٿوهم جواڻي ۽ ننڍا ڪڙو نشو ملي، حياتيءَ ۾ هڪ نئين حياتيءَ جي روح پرين ٿا.

ڏينهن جي لوچ آهي ٿي شام جي ماڻڻ ڪاڻ. ڏينهن جي گهاٽي ۾ پيڙيل وجود، ان وجود جو نپوڙيل ذهن، نستو جسم ۽ مرڻينگهه روح، شام جي زندگي بخش اڀري اڇاڻ ۾ ڪيچ گهڙيون ويندو آهي پڏي: ڪلبن ۾، هوٽلن جي اڳهاڙين

ڇتين تي، هوٽلن اندر هڙرادو ڌاهيل رومانوي ماحول ۾، پارڪن ۾، شهرن جي ٻاهران خالي روڊن ۽ جاين تي، سئنيمائن ۾، ڳائن جي گونجن ۾، جمخانن ۽ راندين جي ميدانن ۾، گهرن اڳيان ٿهيل ٽلهن، آڳڙن ۽ بالڪونين ۾، ۽ بازارين ۾ .... ۽ هر هنڌ، هر وجود، پنهنجي وجود کان بي خبر.

تلڪ چاڙهي: موٽرون، رڪشائون، اسڪوٽر، بسون، جيپون ڪنهن مٿاهين ۽ کان هيٺ ڳڙ ڳاٽ ڪري وهندڙ آبشار وانگر هيٺتي وهي رهيون آهن. پيادا: هيٺان کان مٿي ويندڙ ڇيلهه ڇٻي ڪيو ٻراهنگون وڌايو پيا وڌن. ۽ مٿان کان هيٺ لهندڙ تيز تيز قدمن کي اڇل ڏيو لهندا پيا وڃن. چرپر آهي. زندگيءَ جي سرگرمي آهي. ۽ آهي زندگيءَ جو احساس هن چرپر ۾. هيءَ به انهن مان هڪ هيٺ وڃي پيو ٿو. هن متحرڪ ۽ حساس حيات جو هڪ جز. پنهنجي الڳ هستي رکندي به، آس پاس پکڙيل هلچل ڪندڙ حيات ۽ ساڃهه ڀري زندگيءَ جو نه ـ ڇڄندڙ ڀاڱو. ڪُل جو جُز.

وڃي پيو ٿو هيٺ لهندو. نظرون پاڻ جهڙن هلندڙن تي پونس ٿيون. پئجي کڄن ٿيون ۽ کون ٿيون. ڪن تي نظرون سائت لاءِ کپي وڃنس ٿيون:

هلڪي سانوري رنگ جي مٿي ويندڙ نوجوان نينگر مٿي اسڪرٽ پهريل. لسا آگهاڙا ڪلها. جهڪيل ڇيلهه ڪري پولهه جو هلڪو مٿي اڀار.

نوجوان جوڙي. ڇڏيندڙ هلڪي ٿڌي خوشبوءِ. ڪاري پينٽ، اڇي قميص ۾ ڏاهوڪو مرد. عورت کي گلابي ساڙهي، جسم جي ڳوري رنگ تي ٺهڪندڙ. ٻئي ايڏو ويجهو، جو ذري ذري جسمن جو ٽڪراءُ.

سامهون ايندڙ به نوجوان نينگريون. ڪارن برقعن سان. هڪ جو: برقعي جي سنهي منهن واري پردي پنيان، دلڪش پرزيل چهرو، پرزيل چپ، گلابي لپ اسٽڪ سان رڱيل. ٻي: ڏکهو

منهن، پوراڻ مائل، ڪليل رنگ، طوطائي نڪ، سنها پر قدرتي
طور لڳندڙ ڳاڙها چپ، اکين تي سونهري ڪمانين وارو، نظر
جو چشمو،

فٽ پاٿ تي، بجليءَ جي ڪنڀي هيٺان ويٺل هڪ پوڙهي
گدلي فقيرياڻي،

هيٺ ويندڙ ڪار ۾ پوئين سيٽ تي جوڙي، عورت
جوان، خوبصورت ۽ چنچل - (لڳندڙ يا هرويرو ائين محسوس
ٿيندڙ) ڳالهائڻ پاڻ ۾، ڪل، هلڪي ٽهڪ،

اڇي رنگ جي ويگن، پريل نوجوان ڇوڪرين سان،

.............................

نيڻ ڏسن ٿا. ذهن جهٽي ٿو. احساس جي تارن ۾ جنبش اچي ٿي. روح جي نوٽ سڪل واريءَ ۾ پوي ٿو، پڙلاءُ — روح جي واديءَ سان، روح جي واديءَ ۾. جتي آهن رڳو ڪنڌر: ڪنوارين چاهتن جا، ڪنوارن جذبن جا، ڪنوارن امنگن جا. ڪنوارا امنگ، ڪنوارا جذبا، جي آهن اڻ - ڇهيل ۽ بنايل ڇهڻ کان. پر روح جي واديءَ ۾ آهن، ڪنڌر ئي ڪنڌر: تمنائن جا، حسرتن جا، ياس ۽ نا اميدين جا. جبلي اڄ جي محرومين جا. جبلي اڄ، جا ملي آهي هر جاندار کي ورثي ۾. ۽ آهن رڳو ڪنڌر ئي ڪنڌر، ڪنڌر ئي ڪنڌر، محرومين جي ڦٽن جا، ڦٽن جي ڇهڪڻ جا، ڇهڪن جي عذابن جا. ۽ تن تي وقت جا چڙهيل ڪرنڊ.

ائين پڻ نيڻ ڏٺو. ذهن جهٽيو. احساس جي تارن ۾ جنبش آئي. اڇايل ڪنواري آس ڪر موڙيا. روح جي سڪل نوٽ ڪنڊرائين واديءَ ۾، محرومين جي ڦٽن تي، وقت جا چڙهيل - ڪرنڊ ڪنهن پراڻي عمارت جي ڇاپوڙن جيان ڪرڻ لڳا. ۽ ائين ذهن جي پردي تي تن ڪليل زخمن جي تسڪين لاءِ جڙڻ لڳي ٿي، هڪ نئين نگري، هڪ نئون حيات. نئين نگري، جتي هر تمنا جي تڪميل آهي. نئون حيات، جتي هر چاهت جي

تسڪين آهي. تسڪين جو ماڻ آهي. ماڻ جي تڪميل آهي.
تڪميل جي تسڪين آهي ....

خوشحال. سهڻي سندر نوجوان زال. پارڪ مان بنگلو.
ڪار. شام ڌاري پنهنجي بنگلي جي پارڪ ۾ سهڻي سندر زال
سان ويٺو آهي. ويٺو ماڻي انهيءَ آدرشي زندگيءَ مان، زندگي
بخش سرور. وري، زال سان شهر جي روڊ تي تفريح ڪندي،
شاپنگ ـ لنگهندڙن جون رشڪ ڀريون نگاهون. تسڪين؛ تسڪين
ڀريو احساس برتري سان ....

چيڪاٽ ــــ

پـوءِ آواز: 'او خنزير ڪي اولاد ـ سادرچو ... ديک
ڪي چل.'

تلڪ چاڙهيءَ جي آخري چيڙي وٽ. ورنـدڙ اسٽيشن
روڊ ڏانهن.

وايون بتال: دل جـو ڌڙڪو. تڪميل جي انتها ڪي
پهتل زندگي اڻ ـ محسوس طور اچانڪ ڪن ۾ گم ٿي وئي ٿي.
جيئن اڳير تلڪ چاڙهيءَ تي رڙهندڙ هستي گم هئي. احساس،
ڪڙو ۽ ڏنگيندڙ احساس، تلڪ چاڙهي تي هلندڙ وجود جو.
(ڪچي گار سان؟ يا ان وجود جي ذري گهٽ ختم ٿيڻ جي
ڀـو ڪان؟) شڪايت. ششدر پٺو. سـڙيـل ۽ ڀر پاسي کان
لنگهندڙن جون مٺس ڪپيل نظرون. لڳي ٿو پاڻ ڪي عجيب عجيب.

دور ويندڙ رڪشا ڏانهن ڏسي ٿو. زوريءَ آندل مٺهن تي
ڪاوڙ جي اهڃاڻن ۽ شوخ نظرن سان: 'انڌن وانگر ٿا هلائين،
پڙوا ـ' ڏڏندڙ شخصيت کي سنڀالڻ جي ڪوشش.

'نهيو جوان بچي وئين. سنڀالي هاندو ڪر' ڪو همدرديءَ
سان چويس ٿو. همدردي ڀائنجڻ ننول!

'همراهه جا نشا ئي ٽٽي پيا.' ڪو ٻيو چوي ٿو.

هلي ٿو اڳتي اسٽيشن روڊ ڏانهن. هاڻ ۾ تبديلي. ششدر پٺي
۽ شڪايت جو عجيب عجيب احساس. پگهر جون بوندون، پائيين

ٿو نرڙ تي. وجود ڪا مهل غير متوازن طور لڏندڙ لمندڙ....
اسٽيشن روڊ جو گپل پاڳو آيو آهي لتاڙي. خيال: ڪيڏانهن وڃڻ جو. (وقت کي مارڻ جو) قدم ڍلا ٿي وڃنس ٿا. ڪيڏانهن؟ .... ڪيڏانهن وڃان؟ جو مليل زندگيءَ کي کپائڻ (Consume) جو فرض پورو ڪيان'.

اوچتو خيال فلم ڏسڻ جو، ۽ ان جي پٺيان سڌ جو دٻاءُ. دل تي ٺهڪي اچيس ٿو فلم جو خيال. حساب ڪري ٿو: 'ٽي رپيا.... اڄ اڃا ٢٣- تاريخ آهي. پر تاريخ سان منهنجو ڇا؟ گهري به ته ٿي نه سگهان— گهرڻ گهرجي به نه، نيٺ ادا ڪلارڪ ته آهي ٿي.' سڌ جو وڌڻ: 'ٺهيو ڏسان ٿو. باقي هفتو ته آهي—؟؟' دماغ ۾ ڪتيل صليب سوال جو، ۽ انجي چوڌاري وڪوڙيل دونهاٽ مونجهاري جو. 'وڃان؟ نه—' جي ٽڪراءَ جو. ٽڪراءُ: من جي آس ۽ پهچ جي بيوسيءَ جو. 'متان نوڪري ملي وڃي. نه ملي؟ متان.... پر هن ملڪ ۾، مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ پُر اميد ٿي سوچڻ، ته نوڪري ملندي، ڪيڏي نه حماقت آهي.' سڌ جو ٽٽڻ. (ٽٽڻ، يا بيوسيءَ جي بوج هيٺان دٻجڻ.) ان هوندي به، هلڪي، اڻ- چٽي چڪ فلم ڏسڻ لاءِ.

پڏ-تر. پڏ-تر.... گپل مهل تائين ڪو به فيصلو نٿو ڪري سگهي.

'نٿو ڏسان—؟' مڙهيل فيصلو پنهنجي پاڻ مٿان. 'پوءِ—؟' اوچتو: 'گانا ٻڌان گلشن هوٽل ۾.' (پهچ جي بيوسيءَ جي جيت. پوءِ به چوند ڪري ٿو.)

پوئتي موٽي ٿو، گلشن هوٽل ڏانهن. موٽي رهيو آهي. ريشمي گهٽيءَ جي چاڙهيءَ وٽ، هڪ وانهڙو خيال: گلشن ۾ ٻڌان، يا جيبس ۾؟—؟— جيبس مهانگي پوندي. ست پيسا ڪوپ. ٽنهن ڪانسواءِ ٽپ. يونيورسٽي جي واقف شاگردن جو انديشو... سوچيندي سوچيندي ريشمي گهٽيءَ واري چاڙهيءَ ڏانهن وڌندو به رهي ٿو. پوءِ، ذهن هر خيال ۽ مونجهاري کان خالي.

ريشمي گهٽي: بيهه. هڪ ٻئي جا لڳڻ ڪلها ۽ جسم. نظرن جي پهچ، جوانڙين تي. پوءِ نظرون ڪجهه ڳوليندڙ. پياس وڇان، آس وڇان. تن جوانڙين جي اکڙين ۾، منهن ۾، ڇاتين ۾ ۽ هيٺ ....، لچڪو ڏيندڙ ٻولهن تي. پهريل ڪارين چادرين اندر. ۽ پوءِ ائين هڪڙن جسمن تان ڪڇن، ٻين تي پون. نظرن جي راند نظرن سان. نظرن جي راند جسمن سان. جسم ڍڪيل، پر نظرون اگهاڙيون ۽ تيز. اڇايون اگهاڙيون نظرون، ڍڪيل جسم جو ايڪس ري ڪريو ڇڏين.

.... ايتري ۾ پونس ٽا نيڻ سامهون. ايندڙ هڪ ڇهري تي: ڳٽا مٿي آيريل اڌ گولائيءَ تي — جپانڙين وانگر. اکيون ويڪريون ۽ کليل، تن مٿان اڌ تي وريل پنبڙيون نمايان. اکين جو رنگ گهاٽو ناسي، پري کان ڀائنجندڙ ڪارو. نڪ جو اپار ڳٽن ۽ منهن تي ٺهڪندڙ. چپ مليل، رس پريل نارنگين جي ڦاڪن جيان. مٿين چپ مٿان وارن جي هلڪي ريهه. رنگ: ڪڻڪ رنگو. جسم لڳندڙ اٺيو. جنهن ڪري رنگ وڌيڪ نکريل ۽ چٽو. اٺيا وار، جن جون تندون پاڻ ۾ ڳتيل به آهن ته الڳ الڳ به. ڪنڌ کي هيڏي هوڏي لوڏڻ سان، تندن جو چرڻ پرڻ. پيل پيل بانهن: چٽڙن وٽ سوڙهو، اصل چنبڙيل. ۽ هيٺتي ويڪرو ٿيندڙ. هلڻ وقت پسر يل مٿرن جو ٽڙڪو پڌرو. اگهاڙا لسا ڪلها. اکين ۾، ڳٽن ۾، منهن ۾، نهار ۾، جسم جي هر چرپر ۾ غضب جي ڀرپور چڪ — منجهس ڪُپيل اکيون.

ڪري ٿو محسوس ڇهاءُ: گداز، ڪونئري، لسي ۽ ان سان گڏ، ڪچڙي ايرندڙ جوانيءَ واري سوٽ جسم جو. کپيل اکيون ايڪس ري: ڇاتي، ٿوس لسڙا ارهه. پيٽ، لسو، بي داغ نرم ۽ هيٺ ....

'نه — فيشن ايبل آهي، بال-صفا استعمال ڪندي هوندي،' ايڪس ري تصوير ۾، فوڪس ٿيل هنڌ جي پاڻمرادو ترديد ڪري ٿو، 'نه اڇا، پشم جهڙا نرم هوندس. اڇا ته ڪچي ٻئي لڳي.'

ڪپهل نظرن سان، جهنيل ڪجهه:

اڌ- اونداهو ڪمرو. خوشبو ڦهليل. اگهاڙو پر ۾ اگهاڙي. اڇي، ڪير جهڙي چادر تي. هيٺان نرم، اسپنج جهڙا گاديلا. ڇمي ڇت. پاڪ، اڌسي وچان، ڇپن جو ڇپن ۾ جڪڙجڻ، ڇپن جو وڇڙجڻ. چوس. هٿن جو ترڪڻ، ۽ محسوس ٿيندڙ، وڌندڙ، .... ۽ تڙڪ عجيب عجيب —

تڙڪ. اڇي ٽڪريو هڪ رانديگن جي گاڏي سان. احساس، شاهي بازار ۾ پهچي، پنهنجي چرندڙ وجود جو. هلڪي شڪائيت ۽ پنهنجي ليکي. شاهي بازار ۾ اڻين ٽڪا لڳندا رهندا آهن، ان ڪري احساسي رد-عمل وڌسي، پوڳي نٿو. ڪري ٿو خيال سنڀالي هلڻ جو— هلندو رهي ٿو، تيز تيز، پيهه ڪان پاڻ بچائيندو، وٽين سان ٽڪرندو. گلشن هوٽل ڏانهن.

گلشن هوٽل: ڪنهن پراڻي هندستاني گاني جو گونج. اڇڻ ويل ٽڪرائجيس ٿو ذهن گونج سان. وينل سڀ ان گونج ۾ ٻڏل آهن. پنهنجي وجود کان اڻ ڄاڻ. گانو سندس پسند وٽان آهي. جنهن ۾ آهي جدائيءَ جي درد جو ورلاپ. گونج ڪيس به گهي وڃي ٿي. پاڻئين ٿو ان گونج ۾، پنهنجي زخمي روح جو زخمي پڙلاءُ. جدائي ۽ جدائيءَ جي درد جو احساس. ڪنهن جي جدائي؟ ڪنهن کان جدائي؟ ڪنهن سان ملڻ جي آس؟ چاهت جو ارمان؟ اهو ڪير سندس؟ خود به نٿو ڄاڻي. ائين ڇو؟ نه ئي ڄاڻڻ جي چاهنا اٿس. جڳ جو گهپل حصو غير منطقي ۽ آڪارڻ حقيقتن جي سچائين تي بيٺل آهي. ڪجهه نه ڄاڻندي به، گونج ۾ پسي ٿو، گهايل پڙلاءُ، گهايل من جي ورلاپ جو. ۽ ماڻي ٿو ان مان مٺو مٺو درد. ماڻڻ لاءِ ڪجهه نه اٿس. ڪجهه نه ماڻي ٿو. ماڻڻ لاءِ ڪجهه نه گهرجي. پوءِ پيڙا جو روڳ ئي سهي. پيڙا: جا مٺي مٺي درد ۾ ڊيلجي، ڪو سرور نه ڏئي ٿي.

'هان'، ها. ڄاڻهه' ستان بيٺل، پيشگار کي چوي ٿو.

' رڪارڊ تبديل ڪئي ٿو. گانو سندس پسند وٽان ناهي.

اڳ پڌل ڳائي جي لئي مٿل. احساس: اڪيلائپ جو. ڪيڏي ميڙ ۾ گوڙ ۾ بس! اڪيلو، ڪيڏو اڪيلو! نهاري ٿو ويٺلن ڏانهن. (اڪيلائپ جي ان احساس کان ڇوٽڪاري لاءِ). سندس پر ۾ ويٺل ٻه مهاجر:

'مجيب سالا غدار هي. ايوب ني ٺيڪ ڪيا ٿا. نهين ماني گا ڀائي. ديکنا تم.'

'يحيا ني بڙي غلطي کي. لاتون کي ڀوت، باتون سي نهين مانتي.'

'فرض ڪرو يحيا ني مجيب کو اقتدار ديا ڀي، تو يه ڀين چوت، انڊيا کا غلام بناديـ گا. تو کيا سالي هم ني اسلئي قربانيان ديکر ملڪ بنوايا ٿا؟'

'اري نهين ڀائي، يحيا نهين ڇهوڙي گا. چوتيا بنا رها هي سياستدانون کو. اف! ڀائي بهت بڙا چالاڪ آدمي هي يه لالا ڀي.'

'ڊاڪا ۾ باتين ختم هوني پر، ديکهين کيا اعلان کرتا هي؟'

'........'

'هنه! مڪتي ــ رذيل.' ڌڪار من ۾.

منهن ورائي نهاري ٿو، ٿورو پريرو: چوڪنڊي ميز جي چوڌاري پيل ڪرسين تي ويٺل مزدورن جو ٽولو. لڳندڙ دڪن ۾ گوداسن تان ڳوٺيون ڪڍندڙ. ٻي مڪراني، هڪ سنڌي ۽ هڪ شايد پنجابي. ڳانن پڌٽ سان ڳڏ ڪچهري بس ڪن پيا ٿا. ڳاني جي ٻولن تي ٿنول. چرچا هڪ ٻئي تي. ۽ ڪجهون اگهاڙيون ڳاريون. ٺهڪ. وڏا، جاندار ٺهڪ.. رڳو ڇا ڙن مان نه، روح جي پاتال مان نڪتل.

ويچار وهڪ: ڪهڙي نه هنن جي بي پرواهه زندگي آهي. پيڙا جي هر احساس کان خالي. ڏوس. ننڍڙي ننڍڙي ڳالهه مان اڻاهه خوشيءَ جي لار. هر احساس جي اذيت، اذيت جي ضرب،

ضرب جي پيڙا کان ڪوهين ڏور!ـ هنن کي به ضرور صدما پهچندا هوندا ؟! پر هو ان مان پو ڳين نٿا. صدمي کي خود پوڳائين ٿا. نوس جسم. نوس وجود. سچا نهڪ: انهن پوڙهي ٿا چڏ ين پنهنجو پاڻ کي. ۽ اسين لوئر مڊل ڪلاس. فٽ بال وانگر ٿڏجندڙ، حقيقتن ۽ آدرشن جي ٽڪڏن ۾. سچ پچ جت ٿيڻ به هڪ نعمت پري نجات آهي. ڏاهپ جي ڏنگن کان ته ماٺهو چٽل رهي ٿو...

اوچتو ڌيان: ’چانهه‘ پري ٿو سڙڪ.

چانهه جا سڙڪ پريندي نهاري ٿو ٻي ٽيبل ڏانهن: گهٽ پڙهيل ڇوڪرات فلمي مريضن جو جوڙو، هڪ چٽو: سگريٽ جو پاڪيٽ ڦاڙي ان تي فرمائش لکي رهيو آهي. ٻيو چٽو: پنا پنهنجي برشٽ پهريل، وارن جي اسٽائيل ڪنهن فلمي هيري جهڙي. وات ۾ پان. چپن ۾ سگريٽ. ۽ ڪنڌ جي ٻيهڪ: ڄڻ ڪنهن خيال ۾ گم. هر انداز ۾ انجي چرپر بناوٽي ايڪٽنگ سان، ڳاني جي ڌن ۾ لئه تي. ڳانو جيئن ته ڪنهن شرابيءَ جو آهي ۽ نشي ۾ چيل. هو گلاس کڻي ٿو، ايڪٽنگ ڪري ٿو ۽ پول ورجائي ٿو. ٻکندڙ بناوٽ هر ادا مان.

’ پڙوو ـــ ٽرڙو پٺسان، ڏاڍو نهي ٿو‘. اڇيس ٿي جڪ. وري سوچي ٿو: ’منهنجو ڇا وڃي، لڳو پيو آهي مولائي پنهنجي ڌن سان. زندگي گهارڻ لاءِ ڪنهن ڌن ۾ رهڻ به ضروري آهي. گهٽ ۾ گهٽ، پنهنجي هستيءَ جو ڪڙو احساس ته دٻجيو وڃي. مون کان ته پوءِ به لئه ۾ آهي. مطمئن ته آهي.

..........

’هي به پڙوو بوگس ڳانا پيو هلائي.‘

ڏسي ٿو ٻاهر روڊ ڏانهن: رڪشائون تيزيءَ سان لنگهي رهيون آهن. ٻه ٽانگا پيا وڃن. هڪ ڍڳي گاڏي. هڪ موٽر تيزيءَ سان لنگهي وڃي ٿي. سامهون روڊ جي ٻئي ڪناري تي هڪ گول گپي وارو بيٺل آهي. ٻه جوان گول گپا کائي رهيا آهن.

پر ۾ هڪ پوڙهو مهاجر رڌل اوجهريءَ جو ديڳڙو رکيو ويٺو آهي. ديڳڙي جي پرسان اوڪڙو ويهي هڪ اڌڙوٽ سنڌي اوجهري پيو ٿو کائي. نظرون اورتي ڪجي، هوٽل جي ٻاهران پيل بينچن تي پونس ٽيون: هڪ بينچ تي لوسي ٽائيپ ٽي شودا ويٺا آهن. ڳن جا ڳلا ڪليل. هڪ جي ڪنڌ ۾ پيلو رومال ويڙهيل. سنڌن پرسان ڳڌ هڪ پورو لسو ڇوڪرو ويٺل آهي. وار وڏيل ۽ ڪکا. ڪليل ڳلو، ڇاتي ٻنا وارن جي لسڙي ايندڙ. ڳانو پيل. ٻدن جي هر اڇڪ ۾ لوڏ ۾ عورتپڻو —

'لونڊو ٽن. رات جو ون يونٽ ڪندا هوندس.' قياس ڇوڪري تي، 'هوندو ڪنهن غريب جو ٻار. پيٽ، زندهه رهڻ لاءِ.' اڳي، ڪڏهن ساٿيل مزي جي لذت، پاد جي روپ ۾. ساٿيل مزي جي لذت: ڪي ڳهڙيون ڇوڪڙي ڏانهن ڏسي ٿو. لسو آ.... هڪ اندروني خواهش، اڳ ساٿيل مزي جي لست جي تعلق سان: ساٿس ڳڌ، رات گذارڻ لاءِ ڏل، دل جو وڏڻ، وڏڻ ۽ وڏڻ.... رانن جي وچ ۾ Erection. لڳڻ گرم گرم ....

'سانڌو آهين ڪوٺ، اجايو ٿو —' ڏيان مٽائڻ لاءِ نهاري ٿو روڊ ڏانهن. نظر پويس ٿي هڪ سست اڳهاڙي ڇرئي تي. جو هوٽل جي ٻاهران ڳاني جي ڏن تي، بيڏنگو ۽ واڇ ڳودو ڪيو نچي رهيو آهي ۽ ڳد ڳد ٿي رهيو آهي. سلوار پيل ناهيس، رڳي ڊڳهي قميص ڳوڏن تائين. ننگون اڳهاڙيون ۽ ڳونهه ۾ ٿڦيل. چنگهن جي ڪن ڇڻن تي ٿڦيل ڳونهه، جمي ٺوٺ ٿي ويل. نچي رهيو آهي پنهنجي ڏن ۾ سڱن. ڪنهن ڪنهن سهل ڦاٽل وات سان ڳگ ڳڙي، لار بنهي ڪاڏيءَ تي جميل چيڙهه جا تهه لتاڙي، وڏي ڇولي ۾ ڳم ٿي وڃيس ٿي.

نظر پوڻ سان: پهرين ڪهل. پوءِ همدردي. پوءِ ڪريه. ڪريه ئي ڪريه.... تازي پيتل چانهه جي، وات ۾ چڏيل ذائقي ۾ تبديلي. تبديلي لڳڻ ايڏي تيز، جو پانڻين ٿو چڻڪ سچي پچي اهو ننگن ڪي ٿڦيل ڳونهه پنجي ويل وات ۾. ڦٽي ٿو ڪري

ڏُکَ، اڃي اڃي، هيٺ پٽَ تي. کهل ختم. همدردي ختم. ڪرپ ئي ڪرپ! ۽ ان ڪرپ ۾ ڌڪار! ان ڪرپ هينان انساني همدردي ۽ کهل جا جذبا سرونيل. وات ڪنو ڇپو. نڪ جي ناس مٿي، ڪراهت مان دل ڪچي ڪچي. زبان وات ۾ ڦيري، گلقڙن مان سموري ڏُکَ ميڙي، پيهر ڦٽي ڏو ڪري.

ڏيان مٿاڻ لاءِ ڪنَ گهاني ڏانهن. ڏيان منجھ بجاءِ رڳن ۾ هڪ اڻ چاتل ڏپ جي ڏُکَ ۽ انجي تيز تيز وڌڻ جو احساس. ڏپ ۾ پڳل ويچار: چرين جو تعداد وڌندو پيو وڃي. مان ۾ الائي ڇا جو ڇا سوچيندو آهيان. ڏپ جي ڏُکَ تيز ۽ انجي جڪڙ جسم جي هر حصي تي.

اُٿي ڏو. دخل تي. ڏوکڙ ڏئي اڃي ڏو روڊ تي. دل ۾ ڌڪار ۽ ڪرپ اچڻ جي باعث، هن چرئنَ کي نه ڏسڻ چاهيندي. ۾ هڪ دفعو ڏسي ڏو. ۽ پنهنجي باري ۾ هڪ اوچتي راءِ: جي مان چريو ٿيس ته، پهراڙيءَ ۾ ويندس. جتي سنڌي سماجها، چرين کي درويش سمجهي پوڄيندا آهن. پنهنجي انهيءَ ويچار تي دل ئي دل ۾ مرڪي ڏو. مرڪ: مٺاچري ۽ بي بنياد.

چند ڪئن لاءِ بيزاريءَ وچان منجهيل ذهن ڪٽي، بيٺل روڊ جي ڪناري سان. لائيٽ جي روشنيءَ ۾ جايون، روڊ، هلندڙ ڦرندڙ انسان، گوڙ ۽ انهن مان جڙندڙ وايو منڊل عجيب عجيب لڳيس ڏو. انهن جو عڪس ذهن تي، هڪ اڻ-چاتل ڌاريائپ جي ڪيفيت پيدا ڪندڙ. پنهنجو پاڻ کي هن سموري وايومنڊل ۾ لڳڻ اجنبي. اڻ ٺهڪندڙ. ڄڻڪ اڃي ويو آهي ڪنهن اڻ چاتل ۽ آڳير اڻ ڏٺل هنڌ تي. هر شي چاتل سڃاتل، پوءِ به اڻ چاتل. اوپري.

وڏي ڏو ۾- ٿي وکون اڳتي. ۽ ڪري ڏو خيال گهر وڃڻ جو. وکون وڌائيندو وڃي ڏو، ڏيري ڏيري. بيزار من، منجهيل ذهن، ٿڪل روح، اجنبيپڻي جي ڪيفيت مان. اڳيان ويندڙ ۾ عورتون ڪارن برقعن ۾. اڻ- ڏٺي ڀانئين ڏو پڪيءَ

طرح تہ هونديون جوان جماڻ، (شايد هاڻ جي چال مان) ۾ ٺاهوڪيون، نہ تہ قبول صورت. ارادو نہ هوندي بہ وٺين ٿو پٽ. ارادو: جو سندس ارادو هوندي بہ، سندس وس ۾ نہ رهيو آهي. هو اڳيان، هيءَ پٺيان........ بيزاري ختم. مونجهارو ختم. منجهيل من کي ملي ٿي واهہ گهڙيون گهارڻ جي.

.... هو وڃن پيو اڳيان، هيءَ پٺيان. هن کي هن جي پٺ وٺڻ جو احساس ٿيو آهي. منجهائن ساڄي پاسي واري مڙي ڏانهنس نهاري ٿي. ڪنڪيس ٿو، مليو آهي .رسپانس. وڪ وڌائي ٿو....

'چالو آهن. پرائيويٽ هلنديون هونديون.' شڪ جي بنياد تي بيهاريل راءِ. 'مون وٽ تہ بہ رپيا چوڏهن آنا آهن ۽ ـــ هي گهٽ ۾ گهٽ پندرهن رپيا تہ ـــ' ذهن الجهن ۾ منجهيل. مونجهاري جي نيڪال لاءِ هڪ وات: 'ٿي سگهي ٿو ڪاڏي پيتي گهراٽي جون ذوقين هجن؟ ـــ ساڻهن کي تہ الاءِ ڪيئن ٿيون اهڙيون ملن، پوئکي تہ ڪڏهن بہ ـــ لڳڪ آهي- پر هي چالو ٿي سگهن ٿيون. نہ تہ پنڌ ڪيئن ٿيون وڃي سگهن! شڪار تي نڪتيون آهن....' ساڄي پاسي واري پيو دفعو منهن ورائي ڏسيس ٿي. وڪ جي واڌ....

برقعي واريون هيرآباد ۾ اچي هڪ گهٽيءَ ۾ مڙن ٿيون. هيءَ بہ مڙي ٿو هڪ نئين اسٽائيل تي بنگلي نما گهر جي در وٽ بيهن ٿيون. هيءَ بہ پري کان پٽ جي اوٽ ۾ بيٺو آهي. اکيون ۽ ذهن تڙو- ڪڙو رکندي. ڪجهہ ٽيڻ وارو آهي. امڪان جي حد تائين پڪو انديشو. سڏيندي- سڏيندي. دل جي هلڪي ڌڙڪ. ٽيڻ وارو آهي.... اهائي ڇوڪري ڏانهنس منهن ڪري، منهن تان چادري هٽائي ٿي. دل جو ڌڙڪو تيز. ڪجهہ ٽيڻ وارو آهي، سڏيندي.... ڇوڪري ڏانهنس ٻانهن وڌائي ٻجو ڏئي ٿي. پنهي جا گڏ نهڪ: ۽ اندر هليون وڃن ٿيون. دل جي ڌڙڪ بند. ڇڻ خطرو ٽري ويو. پوئتي وري گهٽي بدلائي واپس

اچي ٿو. ذهن ساڻوءِ احساس ٽڏا. جيتوڻيڪ حساس هئڻ ڪارڻ، ٻُڌجي ڏيڻ مهل بي عزتيءَ جو رد عمل ڏيڻ ڪپندو هوس، نه ڏيس. ڇڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه. يا معمولي ڳالهه هجي. يا احساس ٽڪجي اهڙا چُور ٿي چڪا اٿس، جو وڏيڪ بار کڻڻ کان ٿي ويا آهن بيوس، لاچار.

گهر: در جو تاڪ کولي گهڙي ٿو اندر. ساسهون ئي ساسهون ڀاڻس، پيت ۾ لڳل بلب هيٺان؛ ننڍي پراڻي ٽپائيءَ تي آفيس جو ڪم ڪري رهيو آهي. ڀاڻس ڏانهنس هڪ نظر اڇلائي؛ وري لکڻ ۾ لڳي وڃي ٿو. ڪنڊ ۾ پيل کٽ تي ڀاڄائس ننڍي ڪڪي کي ٻيو ڌارائي رهي آهي. سندس ڀر ۾ ٻيبي ستي پئي آهي. ڀاڄائس ڏانهن نهارڻ تي، نظر سندس ٻُہي تي پوڻيس ٿي. لڳيس ٿو: سخت ۽ سوٽ هجڻ بجاءِ پنڙو ليڳڙو. هيٺ لڙڪيل. ٻي جي ٻُنڊي ڪڪي جي وات ۾ آهي. هو ڇڳڙڪ ڇڳڙڪ ڏائي پيو ٿو، بلب جي جهيڻي روشنيءَ ۾ ٻنڊيءَ جي آس پاس ٻي جو رنگ گهاٽو ناسي، ته وري هلڪو ناسي، ته وري ڪارسرو، ته وري ڪرمچي نظر اچيس ٿو. هڪ ئي نظر ۾ اهو سڀ ڪجهه ڏسي اندر ڪوٺيءَ ۾ وڃي ٿو. اچا ڪپڙا لاهي ميرا پائي ٿو. پينٽ جا ڊٻل ڪريز ملائي، ٻاهر اچي پنهنجي کٽ جي وهاڻي هيٺان رکي ٿو. جيئن ڪريز وري چمن. -

'ماني چلهه وٽ پئي اٿئي.' ڀاڄائس جو آواز.

چلهه وٽ تاڪيءَ تي ويهي ماني کائي ٿو: تريل پٽاٽا ۽ ماني. ڀاڻس خاموش آهي. ڀاڄائس خاموش آهي. ٻيبي ننڊ ۾ آهي. پاڻ خاموشيءَ سان کائي رهيو آهي. اها خاموشي، ائين ئي هر رات عجيب ۽ کٽڪندڙ لڳندي اٿس. ۽ ائين ڪڏهن ڪڏهن زندگيءَ ۾ پنهنجي وجود جو کٽڪندڙ احساس: مان هتي ڇو آهيان؟ هتي هن گهر ۾ ڇو؟ ڪنهن ٻئي جي گهر ۾ ڇو نه؟ مان ڪير؟ نيٺ مان خلقيو ڇو ويو آهيان؟ اهوئي ته ڀوڳڻ لاءِ. ۽ ائين ڀوڳي ڀوڳي هڪ ڏينهن مرڻ لاءِ. ته پوءِ سنهنجي پيدا

ٽين جي معنيٰ ڇا؟ ڪنڪنڊڙ احساس، ڪنڪنڊڙ هستيءَ جو.
جواب نہ ڄاڻندي بہ هستيءَ جي مان آهي. جيڪو هجڻ جو احساس،
پراسرار ۽ ڀيانڪ لڳندڙ.

'تنهنجي انٽرويوءَ جو ڇا ٿيو؟' پاڻس جو آواز رکي
انداز ۾.

'نہ ڪنيائون' وراڻي ٿو. پاڻس جي رکي انداز جو احساس.

'باقي ون يونٽ ٽٽڻ جو توکي ڪهڙو فائدو پيو؟ جيل
تہ ڏاڍا ڏٺہ.' پاڻس جي طنز.

پاڻ خاموش.

'تو ڇا ۾ ايم. اي ڪئي آهي؟ پوليٽيڪل سائنس ۾
نہ؟' پاڻس جو آواز.

'ها'. وراڻي ٿو.

'نيٺ تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ پيا هيترن کي نوڪريون
مليون، توکي ڇو نہ؟ تعجب آهي!'

پاڻ چپ. سوچي پيو ٿو: انڪري جو مان ڪنهن شاهہ
يا وڏيري جو ساٿهو نہ آهيان: ۽ انڪري جو مان هتي، هن گهر
۾ ڄايس.... سوچي پيو ٿو. ڪجهہ نٿو.

'تو تہ ڪڏهن معافي بہ لکي نہ ڏني هئي نہ؟'

'نہ.'

'تنهن ڪري تہ ماستريءَ جو ڪورس ڪرين ها.'

پاڻ چپ، پاڻس بہ چپ. وري ساڳي خاموشي.

پاڻس جي پڇڻ جو انداز ۽ سوال معنيٰ خيز لڳنس ٿا.
ان جون معنائون گهولڻ لڳي ٿو: 'ڪڪ ٿي پيو آهي وڏيڪ
برداشت نٿو ڪري سگهي — بي روزگاريءَ کي بہ گهڻو وقت ٿيو
آهي. هن جو ڏوهہ ڪهڙو، نيٺ هي بہ تہ ڪلارڪ آهي.
پچڙيوال.' پاڻيءَ جي قربت وارو رشتو، ڏيڍ سؤ جي ڪلارڪيءَ
واري بوجهہ هيٺان دٻجي ويل هجڻ جو احساس. گرهہ نٿو آڪليس.
ڪائڻ بس ٿو ڪري. ڏانو ڏيکي، رکي اٿي ٿو.

'ڇو ماني کونہ کاڌءِ؟' پاڇائُس جو آواز. ڇٽڪ ڪائڻ مهل نگاهہ مٿس هيس.

' بس پاڇائي ـــ بک ڪانهي.'

' بک نہ ـ هجيئي تہ جهلي ويندو ڪر. ٽيهہ رپيا مڻ اٽو آهي، خانصاحب' پاڻس جو آواز.

ڪيڏو اڪيلو. ڪيڏو ڪريل. ڪيڏي محتاجيءَ جي ذلالت. لفظ زهر ۾ ٻڏل لڳنس ٿا. لهي ٿا وڃنس روح جي گهرائيءَ ۾. ڄڻ ڪنهن زهريلو تير هٽي هستيءَ کي ڇيهون ڇيهون ڪري وڌس. ٽٽل هستي، ٽٽل شيشي جي گلاس وانگر. ڏک جي پيڙا ونيس ٿي هيئنون. اهو ڏک جيڪو ٿيندو آهي پنهنجن کان. جنهن لاءِ سوچي بہ نہ سگهبو آهي تہ ڪو ائين ٿيندو. 'ابو هجي ها تہ شايد ائين نہ چوي ها ـــ نہ، چوي ها، چوڻ گهرجيس ها، نيٺ ڪير ڪنهنجو بوج کڻندو. هيءَ سماج ۽ اسانجا رشتا: ڪيڏو ويجها، ڪيڏو ڏاريا ـــ خير، مونکي انهيءَ کي ايڏي اهميت ڏئي ڏک نہ ڪرڻ گهرجي. ههڙين حالتن ۾ ائين ٿيڻ فطري آهي.'

احساس گاڏڙ ويچار، اداسيءَ جي ڏنڊ ۾ ويڙهيل: ممڪن آهي، ڪجهہ وقت کانپوءِ اهڙن حادثن جي رد عمل ۾، ٿيندڙ ڏک: بہ ڪرڻ ڇڏي ڏيان. زندگي سيکاري ڇڏيندي: سيڪو پنهنجي زندگيءَ جو جنازو پاڻ ئي کڻي هلي ٿو. پاڻ ئي کڻي هلڻو اٿس. ۽ پاڻ ئي ان جو جوابدار آهي. اسين سڀ هڪ ٻئي سان هرو ڀرو جڪڙيا ويا آهيون. هي مائٽ ـ اولاد، نسل ۽ خانداني گهاڻيائپا هڪ ٻئي تي بوج آهن. اجايو بوج. ڪن کي بوج کڻڻ جو ـست آهي تہ کڻن ٿا، سو بہ پنهنجي ذات جي تسڪين ڪاڻ. نہ تہ هرڪو سچو پنهنجو پاڻ سان آهي. پنهنجي ذات سان، پنهنجي مفاد سان. ڪيڏي خود فريبي، ڪيڏو ڍونگ! ويساهہ گهاتي: هڪ ٻئي سان، پنهنجو پاڻ سان. هنن رشتن ۽ ناتن جي رسم جي نالي ۾! ....

— ۽ پوءِ، هن کانپوءِ، جڏهن زندگي اهو سڀ ڪجهه سيکاري ڇڏيندس، تہ پوءِ تي سگهي ٿو تہ ان وقت، ڪنهن جو بہ ڏک، ارمان هينئون نہ وٺيس. ڪوبہ تيز احساس جو ڇهڪ، روح تي ڦٽ ڪرڻ بجاءِ هلڪو نشان ڪري ڇڏيندس. ۽ ذهني اذيت، وڏ وجهڻ بجاءِ ڪن گهڙين لاءِ پنهنجي ڌنڌلي ڇاپ ڇڏي ڏئيس. ۽ بس! ان مهل هي، انهن هلڪن نشانن کي بہ — ”ائين ٿيندو رهندو آهي. فطري آهي.“ — چئي ميساري ڇڏي. (ڪارڻ جي اوسر) .... ڪڏهن ڪڏهن ان وقت، ممڪن آهي، ماضي ۽ حال کي آڏو رکي سوچي: تجربي ۽ ڪارڻ سيکاريو آهي، يا بي‌حس بنايو آهي؟ بي حس بنايو آهي، يا حقيقت پسند بنايو آهي، زندگيءَ ڏانهن رويي رکڻ لاءِ؟ — هر رويي جي پرک عقل جي بنياد تي. عقل پرست بنايو آهي، يا شڪست ڏئي، حالتن سان سمجهوتي لاءِ مجبور ڪيو آهي؟ محض زندگيءَ جون ٿاليل گهڙيون، گهارڻ لاءِ ذليل سمجهوتو. انهيءَ ذلت جي احساس کي مٽائڻ لاءِ فارمولو: ڪارڻ سيکاريو آهي، زنده رهڻ جو ڏانءُ. پر پوءِ بہ ڪڏهن:

جي سيکاريو آهي تہ ڇا؟ — اهوئي، روح کي پهتل هر رهنڊ کي سرڪي ميساري ڇڏجي. ۽ وک اڳتي وڌائيندي رهجي. مستقبل ڏانهن. وک؟ ڪيڏانهن؟ هر وک موت کي ويجهو آڻڻ لاءِ! هڪ سوال: پوءِ اهڙي وجود جي معنيٰ ڪهڙي! هڪ ڏينهن جنم، هڪ ڏينهن موت. ۽ بس. جنم ۽ موت جي وچ وارو خال: زندگي! هي سڀ ڪجهه ڪيڏو بي معنيٰ، مضحڪي خيز ۽ سطحي آهي!!

کٽ تي ليٽي ٿو. هڪ اڻ ڇٽو مبهم خيال، باقي حياتي گهارڻ جو. اداسيءَ سان گڏ، نراسائي ۽ بي وسيءَ جو احساس ارڙ بلا وانگر وڪوڙ بہ پيو وجهيس. ۽ آن بي‌وسيءَ جي احساس جي ساڃهہ، ڪيس پاڻ تي قياس آڻڻ جو ڪارڻ بنجي ٿي. پاڻ تي قياس، ڪيڏو! اذيت ناڪ آهي. من ۽ گلو پرچي اچيس ٿو.

'گهر ڇڏيان، مزوري ڪندس.' ويچاري ٻُڌو.... آڀريس ٿو ذهن ۾ گذريل واقعو آخري انٽرويوءَ جو. جيڪو گهڻو وقت اڳ ڏنو هئائين:

مرڪي وڃي ٿو، وڏي خوداعتماديءَ ۽ پنهنجائپ جي احساس سان آفيسر وٽ. (مرڪن آهي) آفيسر سان پنهنجائپ جو احساس هڪ سنڌي هجڻ جي حيثيت ۾. ان پنهنجائپ جي احساس جي اوساري، اوسر ۽ پختگيءَ پنيان، شاگرديءَ جي زماني ۾، ٻه دفعا جيل وڃڻ، پوليس لاٺي چارج ۾ زخمي ٿيڻ ۽ انهن قربانين ۾ پنهنجي اهم حصي هجڻ، جنهن جي ڪري هي سنڌي آفيسر آيا آهن — جا لاشعوري جذبا. وڃڻ شرط صاف آواز ۾ چوي ٿو، 'جيئي سنڌ'. موٽ ۾ آفيسر جون اڻ وڻندڙ نظرون. ڪجهه پنهنجي هلڪڙائپ جو هلڪو احساس. پر پوءِ به، اڻ چاتل طور سنڌي آفيسر سان پنهنجائپ جو احساس پختو. (سنڌي هجڻ ڪري!)

آفيسر جون مٽس نظرون.

ويٺو آهي، انتظار ۾ ڪانئس ٿيندڙ سوال لاءِ.

'ڇا پاس آهين؟'

'ايم. اي - پوليٽيڪل سائنس ۾.'

'هون.'

ٻئي سوال جو انتظار.

'ٺيڪ آهي، وڃ ٻئي کي موڪل.'

'سائين پوءِ آسرو....' پنهنجائپ جي مرڪ سان.

'وڃ بابا، رزلٽ نوٽيس بورڊ تي لڳندي. اتي پڙهجانءِ.'

ٻاهر اچي ٻڌائين: آرڊر نڪري ويا آهن. هي رسمي پورائو آهي. جايون ورهايل آهن. ٻي مخدوم جون. ٻي پير جون. ٻه مير جا ساٿهو آهن. هڪ سيد جو سفارشي آهي. چار.... وزير جا. ٻه آرڊر مهاجر آفيسرن جي سفارشين جا نڪتا آهن. ڪجهه جايون خالي ڇڏيون اٿن، ڪن ميمبرن تي ٻورو ڪرڻ لاءِ.

هي سڀ ساٿهو پيرن، مخدومن، وڏيرن ۽ آفيسرن جا—

۽ مان؟؟ سوال جو صليب لاڙونءَ وانگر ٽڪ پڏي، ذهن ۾ تيز تيز ڦرڻ لڳيس ٿو: جيئي سنڌ — جيل — نيشنلزم — ون يونٽ — سنڌ — مان؟؟ شدت سان احساس پنهنجي هستيءَ جو. هستي؟ ڪهڙي هستي؟ ته ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جو ماڻهو ڪونهي. پنهنجي وجود جي خسيسپڻي ۽ ذليل هجڻ جو احساس. مان ڪي وڏيرا. آفيسر سان کلي ڳالهائڻ، مرڪڻ، چٽيءَ طرح لڳڻ هلڪڙائپ. اجائي خوشامند، ذلت جي حد تائين، ۽ ڏڏائين: هيڏي ساري وٿي، پنهنجي ۽ — ملڪيت وارن، آفيسرن — جي وچ ۾. ان وٿيءَ جي کليل ميدان ۾، پنهنجي اگهاڙي حقيقي حيثيت. ۽ هنن جي حيثيت. پوءِ مرونجندڙ پنهنجي مان. وري مان جو اسرڻ: انتهائي نفرت، ساڙ ۽ پوري قوت جي ڪاوڙ مان چپن ۾ پڙڪي ٿو، 'هنن جي ماءُ کي ن....' ان اگهاڙي گار ۾ آهي، سڄي سنڌ اندر ۾ اڀرندڙ ڪاڏيندڙ انتهائي، انتهائي نفرت جو زهر اوتيل. تکو احساس: آزادي ماڻڻ جو. آزادي — آزادي هر بندڻ کان ٽوڙڻ هر ديوار کي، بندش کي، رسم کي، رواج کي، هن نظام جي هر روڙين کي. دهشت پسند....

.... پٽ بدل. اڳيان چيلهه وٽ لڙڪندڙ پسٽل، ڪلهي تي رائفل. رهي ٿو سنڌ جي ڪنهن گهاٽي ٻيلي ۾. چار- پنج ماڻهو. هڪ رات: هڪ ڳبر وڏيري جي گهر تي حملو. ماريس پيو ٿو. وڏيرو منٿون ٿو ڪريس. هي چيچلائيس ٿو. چيچلائڻ جي اذيت ڏيڻ ۾ انوکي لست. لست مان ملندڙ تسڪين .... ٻي رات: شهر جي ڪنهن سرمائيدار جي عمارت کي اڏائي ٿو بم سان. ڌڙام .... دونهون. وري: پوليس اسٽيشن تي حملو. ماريندڙ وڏيرن، پيرن، سرمائيدارن کي. ماڻيندڙ، تن مان انوکي تسڪين پري لست....

ٻاڻس ٻتيءِ وسائي. ڪنهن زاني ظالم پير کي ختم ڪندڙ وجود گم ٿي وڃي ٿو. اوندهه. اوندهه جو احساس. ننڊ اکين کان دور ويل. بيچيني. بيتابي. هلڪي چڙ پنهنجي بيوس

جڪڙيل ۽ ڦاٽل وجود جي، زندگيءَ جي اشڪنجي ۾. پاسو ورائي ٿو. سک نٿو اچيس. وري سڌو ٿي سمهي ٿو.. ذهن ۾ اٿل پٿل. ڀيانڪ اٿ - ڇٽو خيال مستقبل جو. خودڪشي. چامرشوري جي پل. بيٺو آهي پل تي، هيٺ ٽپو ڏيڻ لاءِ. ٽپو ڏئي ٿو. ڏو پاڻيءَ ۾. هيٺ وڃي پيو ٿو، گهرائيءَ ۾ ٻڏندو....

'بڪواس آهي.' پاسو بدلائي ٿو. سک نه، جسم جون رڳون ڇڪجي ڇڻ ڇڇڻندڙ. عجيب قسم جي اضطراري لوچ. پاٽکي سيني ڏو. پنيءَ سان ٿڙڪَ ٿ. مونجهه مونجهه.... ننڊ جو نالو به نه. ڍو ڳي پيو ٿو اضطراري لوچ منجهه....

چادر مٿان وڃي ٿو. هٿ رانن جي وچ ۾. لڳندڙ سخت ڳوهيل اٽي وانگر نرم نرم ۽ هلڪو گرم. هٿ جي مٿهٽ آهستي آهستي ٿيندڙ سخت. اڀرندڙ سٽي، سڌو—

'نه — نٿو هٽان. صبح به دفعا هڻي اٿم.' هٿ ڪڍي وٺي ٿو.

ساڳي بيچيني، بيتابي. لوچ، بيقراري. ڍو ڳي پيو ٿو، تنهن منجهه.... اوچتو پاڻمرادو هٿ کڄي ويل رانن ڏانهن. نه چاهيندي به آڱرين جو چرڻ. ڦرڻ، ترڪڻ تنهجو سٿرن ۽ چُٽڻ تي. وري بيهڻ. 'غسلخاني ۾ — شڪ نه —' اٿي ٿو. وڃي ٿو هڪ نظر پاڻس تي، جو پنهنجي کٽ تي اڪيلو پاسيرو ستو پيو آهي. پاڇائس ٻي کٽ تي، ٻن ٻارن سان گڏ ستل.

اچي ٿو غسلخاني ۾. ٻاري بلب ڏئي ٿو در. وڃي ٿو اوڪڙو سيمنٽ جي ڊڪيءَ تي. اکيون پوريل، سهٽ آڱرين جي آهستي آهستي. چهرا ذهن تي. ڪئين چهرا: سهڻا، سندر، سيڪسي. هڪ چهرو. شام ڍڪل ريشمي گهٽيءَ ۾، بيٺل ٽڪ ٻڌي.

(غسلخانو گم). نيم-تاريڪ ڪمرو. ٻانهن ۾ جڪڙيل. ٻانهون ٻغلن هيٺان. هنجي پٺيءَ کان وهاڻو ڏنل. گوڏا آيل مڙيل پيٽ ڏانهن. چُٽڙ. چتڙ وٽ ملبل. پولهه جي لوڏ. ننڊي نيٺي، ڪنواري ۽ پهريون ڀيرو هيٺ ڪارڻ، لڦڙائي تي. ٻانهن جي

جڪڙ سضبوط، پنهنجي سڄي بار جي اڇل، پولهه جي لوڏ سان، پرپور تيز .... 'س—' اڌ ڪليل وات سان لرزندڙ ساهه مٿي: 'س—' بس، باقي ٺو .... لرزندڙ آواز. لرزندڙ ساهه. لرزندڙ جسم. جسم جي لئو لئو ۾ لرزش، آخري ڌڏڪو— پڇڪ!

اکيون کولي ٿو. ذهن خالي، ڪي گهڙيون خالي پوءِ پڇتاءُ من ۾. پشيماني: 'اجايو هنيم.' ڦٿي ٿو ڪري ٽڪ. اڇي اڇي، پڪ ڪنان خالي، ننڍڙن ننڍڙن ٻڙ ٻڙن جي ٿهيل. آئي ٿو لڳ ساٿا. اکيون هڪ هنڌ ڪٽيل. چڻ ته ڪجهه سوچي پيو ٿو. پر حقيقت ۾ ذهن ڪورو. سڄو بدن ٿڪل ٿڪل. خيال:

'پاٺيءَ سان وهائي ڇڏيان.' بالٽيءَ سان جست جو وٺو پري ٿو. هارڻ کان اڳ: ڏسان ته ڪيتري نڪتي آهي.' ڏسي ٿو ڏ ہو انساني نسل جي ٻج جو. 'ٿوري آ، پنڙيپ—' کن لاءِ تشويش وري 'ڪهڙي ويئي آ— هئنم. ڦر ٿيندا، سون جهڙا.' پاٺيءَ سان وهائي ٿو ڇڏي ناليءَ ۾.

اڇي کٽ تي سمهي ٿو. بيچيني ۽ بيقراريءَ واري هر ڪر دبيل. نستو جسم. ماٺا احساس. ذهن ۾ ايم غنودگيءَ جو گهر. ۽ اهو گهر سڄي جسم ۾، نس نس ۾ پکڙ جندڙ. پاسو ورائي ٿو. ۽ انهيءَ غنودگيءَ نما گهر جي وڌندڙ دونهات ۾ وڃائبو وڃي ٿو .... وڃائبو وڃي ٿو ..... ۽ وڃائجي وڃي ٿو. صبح جو اوسيڙو ڪرڻ کان سواءِ. سياٺي جي ٺئين سج جو هڪ سوال بڻجي. هڪ جواب بڻجي.

‘اٺان-’

سڄو پيو آهي. اکيون پوريل. ٽنل جسم ۾ سور جو احساس، پر انهيءَ ڏانهن ڌيان نه. ‘اٺان-’ سوچي ٿو، ‘ڏينهن. ڪيڏانهن؟’ گهڙي ڪن لاءِ ذهن خالي. ‘گهڻو ٿيو هوندو؟’ پاڻ ئي اندازو لڳائي ٿو، ‘ٽيو ڪن.’ ڪا مهل ائين بيڪار ليٽڻ ڪانپوءِ اکيون کولي ٿو. ڏسي ٿو: بيبي پڊر تي ٻانبڙا پائي رهي آهي. ڪپڙو نه اٿس. قميص پهراڻ نما، پنيان ڳنڍيءَ ڏنل. منهن تي لپنگها. نڪ مان گوبو وهندڙ. ٻاجائس در جي ڪنڊ وٽ، ٻاهر ويندڙ ناليءَ جي پرسان ويٺل. ڏانوڻ ملي رهي آهي. ململ جو چولو پگهر ۾ شل هجڻ ڪري، جسم ڏسجندڙ. ٿڻ لڙڪيل. منهن سڄو سڄيو، شايد پگهر ڪري ائين ڀانئجندڙ. گوڏا اڀا پاسن ڏانهن وريل. چولي جو اڳ ٿورو مٿي، جنهنڪري پيٽ جو ڪجهه حصو ۽ دن ڏسڻ ۾ ايندڙ. پيٽ تي ڪارڙا- ناسي ليڪا. اين ٿيل ۽ پاسن ڏانهن وريل گوڏن جي وچ ۾ چڏن وٽ، پڇيءَ وٽان ڪجهه سلوار اڏڙيل.

—‘جاڳين ٿو؟’ ٻاجائس ڏانهس نهاريندي پڇي ٿي.
— ‘ها ٻاجائي.’ ڌيمي ورائي ٿو.
—‘اٿي ماني کاءُ.’

ٻاجائس، ڪيس ماني ڏيڻ لاءِ چار- هاٿا هٿ، هنڌيءَ ۾ پاڻيءَ ۾ ڌوئي ٿي. پاڻ اٿي وهي ٿو. ٻانهون مٿي ڪري، ڀوڳتي ورائي بدن مان ٽڙڪات ڪيي ٿو. اٿي، منهن ڌوئي، پيهر کٽ تي اچي وهي ٿو. ٻاجائس منجيءَ تان اٿي، ماني کڻي ڏانهس وڌي ٿي. ڪيس ڏسي ٿو: هلڻيءَ ۾ هڪ مخصوص انداز. جڏهن مون سان اڪيلائيءَ ۾ هوندي آهي، ته انجو اظهار ڏيندو آهي، يا ڪندي آهي؟’ هوءَ ماني اڳيان رکيس ٿي. پاڻيءَ کڻڻ لاءِ دلي ڏانهن سوڙي ٿي. ٻولهه جي لوڏ ۽ چيلهه جي لچڪ ۾

اهو ئي انداز. جنهن سان اندازو لڳائڻ آسان آهي ته، هوءَ ڪيس ماني کارائڻ ۾ بي انتها خوشي محسوس ڪري ٿي، پاڻيءَ جو گلاس ڪٽ جي پاڻهينءَ تي رکندي مٿس هڪ نظر وجهي ٿي. نظر؟ جنهن جي ڪا معني آهي؟ يا سندس وهم؟ فيصلو ڪري نٿو سگهي.

گرهه پيچي ٿو. ان مهل ٻيبي رڙهندي رڙهندي، ڪٽ جي پاڻي وٽ پهچي ٿي. ۽ پاڻي جو سهارو وٺي ٻيهڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. ڪري پوي ٿي.

'آئي مڱني! نڪڻ جي پيچي پوئي.' هوءَ ائين چوندي ڪيس هنج ۾ ڪٽي ٿي. 'ڇي ـــ ڪڱي!' سندس نڪ مان نڪرندڙ سنگهه، جا پهتل ڇپن تائين ـــ ڪي ڏسي ڪنو منهن ڪري چوي ٿي. اهڙو ڪنو منهن، جنهن ۾ ڏيکاءَ جي ڪريب به آهي ته سچو پيار به. پوءِ هن ڏانهن ڏسي ٿي. مرڪ سان. ڪيس اهو سڀ ڪجهه عجيب عجيب لڳي ٿو. اهڙو عجيب، جو سمجهه ۾ نٿو اچيس ته ڇا ڪري.

جلدي ماني کائي اٿي ٿو. هٿ منهن ڌوئي ڪمري ۾ وڃي ٿو. ڪپڙا بدلائيندي، 'ڇا پاڇائي واقعي مون ڏانهن راغب آهي؟' سوچي ٿو، ممڪن آهي، ادا ڪانهن هوءَ جنسي طور مطمئن نه هجي. ادا جو ڏانهنس رويو: عجيب آهي. مڪينيڪل تعلقات. ڪيڏو رسمي! ۽ محض رڳو نياڻن لاءِ. نياڻن جو فرض نياڻن لاءِ.... منهنجو وهم هجي. ديپيل خواهش جو اڊنگو روپ. ڇا مان ائين ڪري سگهان ٿو؟' سوال جو جواب نه، ها ۾؛ نه، نه ۾. ياد اچيس ٿو: گهڻو اڳ. جڏهن پاڇائس ڪنهن شاديءَ مان موٽي آئي هئي. ان وقت ڪيس ريشمي ڳاڙهو وڳو پاتل هو. ڳلن تي پائوڊر مٿان لالي لڳل. بدن مان ايندڙ خوشبوءِ. ڪيس ڇتائي ڏنو هئائين. سندس انوکي لوڏ، دل ۾ ڪِپي وئي هيس. ۽ چهرو اهڙو ته وڻيو هوس، اهڙو ته وڻيو هوس جو دل چاهيو هوس ته ڪيس پاڪر پائي چمي ڏئي ۽ رات ڪيس، مٿس ننڍ پيو هو.

'اوهه! مان ڪيڏو نه Frusted آهيان.' اوچتو اچيس ٿو من ۾، 'اف!'

ويچاري ٿو، ٻاهر ايندي، ڪيڏانهن وڃڻ لاءِ. ذهن ۾ ٻه ٽي هنڌ اڀرنس ٿا: يونيورسٽي. يونين ڪميٽيءَ جي لئبرري. يا امريڪن سينٽر ۾. (جتي رنگين رسالن ۾ نيوڊ تصويرون ڏسڻ لاءِ). ون يونٽ بلڊنگ ۾ نوڪريءَ جي پٺيان ڳاڇا لاءِ ڪري ٿو تصور، آفيس ۾ درخواست ڪٽي وڃڻ جو. بوريت. ذلت. انسانيت ڪان ڪريل هئڻ جو احساس. دل ٽٽي وريس. وري ڪري ٿو يونيورسٽيءَ جو تصور: پلين پٽين تي لکيل جيئي سنڌ ۽ هاسٽلن جي درن تي. ٽيبل ٽاڪ جا عام فقرا: 'مڪڙ ڪڏهن به سنڌ سان سچا نه ٿيندا- جي-ايم-سيد سنڌ جو هيرو آهي. پنو پنجابين جو پٺو آهي، فوجين جو ايجنٽ. ڪميونسٽ غدار آهن. هو پهرين مهاجر پنجابي آهن، پوءِ انٽرنيشنلسٽ سنڌي ڪميونسٽ ڇوتيا آهن، پناهگيرن جا پٺو. پنجويهن سالن تائين جي-ايم سيد ڇا ڪيو آهي؟ وڏيرڪي سياست- اهو پنو ئي آهي، جنهن سنڌ جي نالي ڪي جياريو آهي- پنو عظيم سياستدان آهي، مڻان! اهو پنو ئي آهي، جنهن هن مرده قوم کي سجاڳ ڪري پنهنجي پٺيان هلايو آهي. اها ڪا مذاق ڪانهي- پهرين نيشنلزم پوءِ سوشلزم- ڀائي ڀائيءَ وارا غدار آهن....'

'يونيورسٽيءَ مان هينئر قوم پرستن جو اثر ٽٽندو' سوچي ٿو، 'بنگال ڪانپوءِ هتي سنڌ جو وارو آهي. بنگال ۾ ڪچلي ڇڏيا ئون. هتي تہ منٿ ڪندا.— بنگالي پوءِ به وڙهندا، ۽ هتي به؟؟'

ذهن خالي. سواليہ مونجهارو ذهن ۾.

ڇوتيا. نعري باز. سطحي. رڳو نعرا. هنم— گهڙي رکي، 'سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نيشنلسٽن به جاوا ڪيا.' دل ۾ چوي ٿو. تري ايندڙ ذهن تي هڪ واقعيو، ٿيل يونيورسٽيءَ ۾: بدي، سنڌيو ڪو ووٽ نهين ديا تو هم تم ڪو چو....'

وڏيري جو هڪ پٽ، هڪ مهاجر شاگرد ياڻيءَ کي چئي رهيو آهي. پوءِ يڪدم تجويز پيش ڪري ٿو، ”اڙي اڇو تہ هنڪي روم تي ڪٺي هلي يـ.....س“ بي وس ڇوڪريءَ جون ليلائيندڙ نظرون. ’ياڻي.. او ميري ياڻي.‘

نعرءِ سنڌ. جيئي سنڌ — نعرءِ سنڌ. جيئي سنڌ....

’نيشنلزم يا وڏيرا ازم!‘ دل ۾ چوي ٿو، ’هتي اڃا صحيح نيشنلزم جو تصور بہ پيدا نہ ٿيو آهي. رڳو نعري بازي سطحي جذباتيت، موقعي پرستي. ۽ وڏيرن ۽ پيٽي آفيسرن جي ٽرڙو ڇورن جون ڇڙواڳيون ۽ هلڪڙايون.‘

يونيورسٽي ڪئمپس وڃڻ جو ارادو لاهي ڇڏي ٿو.

’اڙي ڦٽي وسري ويـم.‘ اوچتو خيال اچيس. ٿـوه پٽ ۾ ٽنڪيل آئيني جي سامهون بيهي، ڦٽي ڏٺي ٿو. هوءَ اڃا ڳانو ملي رهي آهي. ڪيڏي ڪيڏي مهل ڏانهنس ڏسي ٿي. اهو هو، هينئر آئيني ۾ پڪڙي ٿو. آئيني ۾ ڪيس ڏسي ٿو: نظر جي نڪ منهن تي. منهن سنهو، ڳٽن وٽ هڏا اڀريل. اکين هيٺان ڪارـ سرا نشان. نڪ بڇل — ’ياڇائي!‘ ياڇائس لڳيس ٿي، ياءُ جي زال ڪان وڏيڪ هڪ عورت. اجنبي عورت! هن اڻ ڇاتل اجنبي احساس هيٺ، ڪڏهن ڪڏهن انتهائي .ويجها ماڻهو بہ ڪيڏو اجنبي لڳندا آهن! ۽ ائين ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن پنهنجو پاڻ کي بہ، اجنبي لڳندو آهي، تہ ڪندو آهي سوال: ’هي مان آهيان؟ مان—؟ هيءَ سنهڙي، پنهنجو پاڻ ڪان، پنهنجي وجود جي وڇوڙي ڪيڏي نہ عجيب لڳندڙ آهي!!‘

ڪمري مان نڪري، ٻاهريون دروازو اڪرندي سوچي ٿو: يونين ڪميٽيءَ جي لئبرري.

لئبرري: لئبررين سامهون ويٺو آهي. اڳيان ڪتاب پيا اٿس. تنڪي اٿلائي پٿلائي ڏسي رهيو آهي. ۽ پوءِ لکڻ لڳي ٿو. شايد لسٽ ٿو ٺاهي. اخبارن واري ڊگهي ميز تي چار ڇڻا ويٺا

آهن. ٻہ پوڙها، ٿنڪي ڇلبي ۽ سندن ڳالهائڻ مان اندازي طور سمجهندو آهي ته، هڪ رٽائرڊ ماستر آهي ۽ ٻيو پوليس جمعدار. باقي ٻہ نوان آهن. رٽائرڊ ماستر تي نظر پوڻ سان ڪوفت، ڪارڻ: هو هميشه جڏهن بہ اخبار پڙهڻ لاءِ ڇهليندو آهي، پوءِ ان جي جند مشڪل سان ڇڏيندو آهي. ٻين کان پهرين اچي اخبارن تي قبضو ڪندو آهي. سيئي اخبارون هڪ ٻئي جي مٿان رکي، پنهنجي هٿن ۾ ساهون ڇهلي، گول فريم سان ٿلهن شيشن وارو چشمو نڪ جي اڌ تي آڻي، سليپر لاهي، گوڏا اڀا ڪري، ٻئي پير ڪرسي تي رکي، ائين ڀا لم ڪي پڙهندو آهي، جيئن سندس ذاتي اخبار هجي، ۽ وقت ۽ ٻين جو خيال ڪرڻ کانسواءِ کيس سڄو ڏينهن اتي گذارڻو هجيس. وڌ ۾ وڌ مهرباني رٽائرڊ پوليس جمعدار تي ڪندو آهي. جو خبرن وارو پهريون پرچو مڪمل ڪرڻ تائين، وچون پنو ڏيندو اٿس. اخبارن جي ميز وٽ اچڻ تي ڏسي ٿو: صبح جي اخبار عبرت جي خبرن وارو صفحو ماستر جي هٿن ۾ جهليل ۽ وچون پنو جمعدار پڙهندڙ. باقي ٻہ ڄڻا اوسيڙي ۾ ڪلهوڪي شام جي هڪ انگريزي اخبار مٿان، ڳنڍ جهڪيل. ڪڏهن ڪڏهن، ٻاڏائيندڙ نظرن سان، پنهنجي پوڙهن ڏانهن واجهہ واجهائيندا رهن ٿا. ته ڪنهن ڪنهن مهل، ڪنڌ هيٺ ڪري، پوڙهن جي هٿن ۾، جهليل اخبارن مان سرخيون پڙهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ۽ پوڙها بي پرواهہ ٿيو، اخبارون چٿي رهيا آهن.

وهي ٿو. پراڻا رسالا اٿلائي پٿلائي ڏسي ٿو. ۽ دل ۾ پوڙهي کان عبرت وٺڻ لاءِ سوچي ٿو: 'سائين بہ منٽ اخبار ته ڏجو.' پر چوي نٿو. دل ۾ جڪ. رسالا اٿلائي پٿلائي ڏسن ڪانپوءِ، حسرت ڀري واجهہ وجهي وينو آهي پوڙهي ۾. نوجوان، پاڻ ۾ مس پس ڪرڻ ڪانپوءِ اٿي وڃن ٿا. شام جي انگريزي اخبار کڻي ٿو. پهرين صفحي تي بہ ٻوز اڌ. اگهاڙين مادرن ڇوڪرين جا. ڏسي ٿو. وڏن اکرن ۾ خبر: Rape. پنجن ڇهن سالن جي

هڪ ڇوڪريءَ سان زنا با لجبر. اسپتال ۾ ڊاڪٽر رت بند ڪرڻ ۾ ناڪام. ڇوڪريءَ تڙپي تڙپي دم ڏنو. ذهن کي ڏڏڪو.... ٽڙپندڙ ڪرب وڃان معصوم ڇوڪري. رت وهندڙ.... ’حيوانيت.‘ ڀيانڪ شڪل وارو، مصروف وحشياڻي جبريه عمل ۾ تڙپندڙ اگهاڙي ڇوڪري. وحشي ڀيانڪ شڪل وارو اگهاڙو مرد.

’سيڪسيوئل فرسٽريشن آهي.‘

’!؟........ هن سان لسٽ ماڻي هوندائين!‘

اڇيس ٿو پنهنجو تجربو ياد: پهريون دفعو، شدت سان ضرورت محسوس ڪندي ويو هو ڇڪلي ۾: ويندي وقت: پاڻ جارحانه انداز ۾ مثان. وئشا ڪنجهندڙ ڪرڪندڙ، ايذاءَ ۾ تڙپندڙ. انهيءَ اذيت ڏيڻ سان ايندڙ مخصوص قسم جو مزو تصور ڪيو هئائين.

ڪل ٿي اڇيس. ۽ اندر ڪوٺيءَ ۾ وڃڻ ’ڪانپوءِ‘ ڦڪ ٿيل. اڳ ٻيهاريل تصور ڪن ۾ غائب ٿي ويل. نڪرڻ ڪانپوءِ: ٻيڻتاءُ. ڪجهه رهيل هجڻ جو احساس. ۽ پيڙا ۽ وڌيڪ پيڙا.

ٻئي دفعي: ان ڏينهن ڏاڍو اداس هو. ڏاڍو. صبح جو صحيح سنبري، هڪ ترقي پسند ڪٽر نيشنلسٽ آفيسر جي ڪلارڪي ڏيڻ جي وعدي تي، سندس آفيس ۾ ويو هو. پڪ ته نوڪري ملندي. ڏيڍ ڪلاڪ ٻاهر انتظار ۾ ويٺو رهيو. نيٺ هن گهرايس. مرڪ، منافقانه مرڪ منهن تي آڻي چيائين: ’ادا، ڪلهه پير صاحب جو ماڻهو آيو، ان کي رکي ڇڏيم.‘ — ’تون انتهائي ذليل ۽ ڪريل انسان آهين.‘ چئي ڏنو هئائينس. ۽ اهو ڏينهن سڄو ڏينهن ڪوفت ۽ عجيب نراسائيءَ گاڏڙ بيزاريءَ ۾ شهر جي رستن تي ڀٽڪندو ۽ رلندو رهيو. سنجها ويل اوچتو ئي اوچتو هڪ اڻ ڇاتل ضرورت هيٺ پرپور خواهش: ڪنهن عورت سان گڏ سمهڻ جي. عورت، جا ماءُ به هجي ته ساهيڙي به. ساڻس گڏ ستو پيو هجي. سندس ڇاتيءَ ۾ منهن وجهي. ۽ هوءَ پنهنجا نرم هٿ ۽ آڱريون سندس وارن ۾، ته ڪڏهن بدن تي

ڦيرائيندي رهي. ۽ پاڻ چپ چاپ سيٽي تي متو رکيو، ستو رهي. ان ڇرپي ڇاهت هيٺ ڇڪاي ۾ ويٺو هو. ڪيسي وارا سمورا پنجويهه رپيا ٽي هن کي ڏنائين. ڪمري جو در ڏيڻ ڪانپوءِ، هوءَ مڪينيڪل انداز ۾ سلوار هيٺ پنين تائين آٽي، گوڏا پٽي وراڻي سٽي رهي. بيٺي بيٺي سندس اوگهڙ ۾ ڏٺائين: ڪارنهن. پوءِ بچيان.

'چيٽي ڪر ووٽ ــ ڪي ويکندا اسي'.

دل ۾ آيس، ان ڪاري جاءِ تي ڪانگهارو هٽي. پر ائين ڪري نه سگهيو.

بلٽ کولي تڪڙو تڪڙو ٻاهر هليو ويو.

'انسان بہ عجيب آهي. مضحڪه خيز!' تصور ڳالهڙ يادگيرين ڪانپوءِ دل ۾ چوي ٿو.

'اها ڪيئن خير آ، تہ هتان سنڌ مان پڙا اٿن؟ 'چون ٿا تہ يونيورسٽيءَ مان ڪي شاگرد پڙا آهن؟'

'خبرون آهن تہ....'

وڻائرڊ پوڙهن جو آواز ڪن تي پويس ٿو. ڏانهن نهاري ٿو. هو اخبارن جي پيچر چڏي پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا آهن. انهيءَ دوران هڪ نئون ڇوڪرات اچي ويٺو آهي. ۽ اخبار جو وچيون پنو پڙهي رهيو آهي. خبرن جو پرچو ڪٽي ٿو: 'عجيب ملڪ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ پيو گهري ــ صدر يحيٰ خان پاڪستان کي ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ کان بچايو آهي ــ حالتون سڌرڻ تي اقتدار عوامي نمائندن کي ڏنو ويندو ــ سياسي سرگرمين تي پابندي ــ ڪاغذ تي ڪنٽرول، اخبارون گهٽ صفحا ڪينديون....

'وچ! ڪيڏيون تبديليون! هينئر پاڪستان؟ ــــ سون ڪيترن ڏينهن کان اخبارون نہ پڙهيون آهن؟! ــــ بنگال هينئر رهندو؟ ....'

'بي بي سيءَ ٻڌايو آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ لک ماڻهو مئا آهن. ڍاڪا يونيورسٽيءَ تي بمباري ڪئي آٿن....'

جسم ۾ هڪ اينڌڙ حساسي تبديلي.

هو چوڪرات، هينئر پن پوڙهن جي سياسي ڪچهريءَ ۾ حصو وٺندي، چئي رهيو آهي: چوڪرات ڏانهن ڏسي ٿو. منهن تي مايوسي ۽ افسوس گاڏڙ تاثر. هيسيل. جوش. ٻئي پوڙها ڏانهنس پوريءَ ڌيان سان اکيون ڦوٽاريو ۽ وات ڦاڙيو، ٻڌي رهيا آهن. رٽائرڊ ماستر اچا وڌيڪ حيرت مان اکيون ڦاڙي چوي ٿو:

’ هان ـــ! پوءِ ابا نيٺ ڇا ٿيندو؟ پاڪستان جو ڇا ٿيندو؟ ‘

’ سائين ٿيندو وري ڇا. بنگالي وڙهي ڇاڻن، وڙهندا. باقي سنڌ؟ انهي پنجاب جو قبضو رهيو آهي ۽ رهندو.‘ چوڪرات انتهائي نا اميديءَ سان وراڻي ٿو.

سانت.

ڏانهن ڏسي رهيو آهي. دل چويس ٿي ڳالهيون ٿينديون رهن. سانت ٽوڙيندي جمعدار چوي ٿو. ’ بس ابا، ڪُل جو خير. رب ساڃهه ڏيندن ....‘

چوڪرات وچ ۾ چوي ٿو: ’ ڇا توهانکي خبر آهي ته، پنجابي ـــ پناهگير، فوج ۽ آفيسر ڪهڙي چال ڪري رهيا آهن، سنڌين کي ختم ڪرڻ لاءِ ـــ‘ ٻئي پوڙها ڏانهنس ڌيان ڏين ٿا. ’ هتان جي اصل بنگالين، هندن ۽ مسلمانن تي انسانيت کان ڪريل ظلم ڪري، هڪ طرف کين هندستان ڏانهن وڃڻ لاءِ مجبور ڪري رهيا آهن، ٻئي طرف لکن جي تعداد ۾ بنگالين جي نسل ڪشي ڪري، کين گولين، بمن ۽ بارودن سان ڪيئي رهيا آهن. جيئن هنن جو تعداد گهٽجي. ساڳي ريت سنڌ جي ڳوٺن ۾ پنجاب کان آندل پنجابي نو آبادڪارن کي سهوليتون ڏئي، هنن کي آباد ڪري رهيا آهن، ته شهرن ۾ مهاجرن کي. هينئر بنگال کان آندل بهاري پناهگيرن جا، جيڪي جهاز ڀرجي آيا آهن تن کي به سنڌ ۾ رهايو پيو وڃي. ۽ سنڌ جي سرحدي علائقن ۾ ۽ ٻين شهرن ۾ رهندڙ هندن کي لڏائڻ لاءِ اسلام جي نالي ۾، هندستان ايجنٽيءَ ۽ ٻين مڪروهه بهانن سان تحريڪون

هلائي. سنڌين جي تعداد کي ڏينهون ڏينهن گهٽائڻ لاءِ سنڌ دشمن سازشون ڪري رهيا آهن ....'

'سار!' ماستر آڪيون ڦاڙي تعجب مان چوي ٿو، 'ابا پڌو اٿئون ته سنڌي پوليس وارن کي به بنگال پيا موڪلين ۽ هو نه ٿا وڃن ...'

'ها ها، سان ٿو پڌايانءِ' جمعدار وچ ۾ اڀرو ٿي چوي ٿو، 'سان آفيس ۾ پنهنجي پينشن جي ڪاڳرن لاءِ ويس ته اتي پڌم. سچ آهي. رڳو حيدرآباد مان ئي اڍائي سو پوليس وارن جي لسٽ ٺاهي اٿن، ۽ سڀ سنڌي! سنڌي ۽ پنجابي پوليس وارن ۾ ان ڳالهه تان جهيڙو ٿي پيو آهي. سنڌي پوليس وارا چون ٿا ته رڳو اسان کي ڇو ٿو موڪليو وڃي. ـــ ۽ ها، ڪيترا ته خوشيءَ سان پيا وڃن، جو خاص الائونس به ڏيندن. ابا پيٽ، ۽ ڪيترن ته استعفائون ڏنيون.'

'هون.' نوجوان ڪنڌ سان سندس تعريف ڪري ٿو. ۽ شڪي نگاهن سان ڏانهنس ڏسي ٿو. ڏانهنس ڏسڻ ڪانپوءِ سندس منهن جي رنگ ۾ ڪجهه تبديلي اچي ٿي ۽ هو پوڙهن کان موڪلائي اٿي هليو وڃي ٿو. سمجهي ٿو: هن ڪيس شايد سي. آءِ. ڊيءَ جو سمجهي شڪي نگاهن ڏٺو ۽ هليو ويو. 'ها، هن سمي ۾ ڪنهن تي ڀروسو ڪري سگهجي ٿو.' ياد ٿو اچيس، ڪٿي پڙهيل: سرڪار هر هنڌ، هوٽلن ۾، لئبررين ۾، اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ سي. آءِ. ڊي ڇاڙتا ڇڏيا آهن. 'ڪيڏي ٽريجڊي! ڪيڏو انسان سان مذاق: چوويهه سال! يعني هڪ نوجوان نسل جي ذهن، هراس، بوساٽ، بي يقيني، رڳو نعري بازي ۽ مارشلائن جي اثرن هيٺ پرورش پاتي آهي. ذهن بند، زبان بند، جذبا مروٽيل، احساس ڪچليل، ڇنگهون جڪڙيل! ۽ هينئر .... نيٺ ڇا ٿيندو؟' سوچ ۽ اوچتو سوال:

پوڙهن جي ڪچهري پڄي ٿي: ماستر ڳالهائي رهيو آهي. شايد هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ جي باري ۾، اهو سندس

ڳالهائڻ مان پڌرو آهي: '.... تن ڏينهن مان ڪراچيءَ جي هڪ سنڌي اسڪول ۾ ماستر هجان. جلوس ۽ جلوسن جهڙو هجي. اڳيان هجن ڪاليجي هندو نينگريون ملوڪ. 'هندستان ڇڏيو' تحريڪ لاءِ هڙتالون پئي ڪرايائون. سائين منهنجا، هر دڪان تي وڃي، دڪاندار کي سهڻي نموني سمجهائي، دڪان پئي بند ڪرايائون. ڪيڏي سچائي هئي! ڪيڏو خلوص هو! ابوهه!! ۽ ها — دڪان وري ڪليل ڪنهن جا؟ مسلمانن جا! ميان! انگريزن کي هتان ڪڍيو ته هندن ڪڍيو. هي مسلم ليگي؟ انگريزن جا نطفه. ڪو مسلم ليگي، انگريزن کي هتان ڪڍڻ لاءِ ـــ جيل ۾ ويو؟ 'حرام خور پيٽسان.' ماٺ ڪري ٿو. جمعدار بدستور ڏانهنس ڏسي رهيو آهي. وري ڳالهائي ٿو: 'شاباس هجي پنهنجن سنڌي ڪاليجي ڇڇن کي. ڏٺي سوڀ ڏيندن ....'

لئبررين، جو ڏانهن ڪنهن سهل ڪان تڪي رهيو هو، سندن پر ۾ اچي ٿو. 'سهر بان هيءَ لئبرري آهي، سياسي آکاڙو نه.' پئي پوڙها چپ.

'سهر باني ڪري آئينده هتي اهڙي قسم جون سياسي ڳالهيون نه ڪندا': تلقين ڪندي چوين ٿو.

'ٺيڪ آهي چاچا، ڪاوڙج نه.' جمعدار کيس چوي ٿو. پوءِ ماستر ڏانهن منهن ڪري: 'هلون؟' پئي خاموشيءَ سان نڪري وڃن ٿا.

لئبررين، هنن ڏانهن ڏسي، هلڪي نموني مرڪي چوي ٿو، بيوقوف ملڪ سان مارشل لا لڳو پيو آهي ۽ هيءُ هتي خطرناڪ ڳالهيون ڪري رهيا آهن.'

جواب ۾ ٽئو مرڪي. نه ڪجهه چوي ٿو. جنهن لاءِ لئبررين کي توقع هئي. انجي ابتڙ جواب ۾، نفرت منجهان اٿ ـ وٺندڙ منهن ٽاهي ڏانهنس ڏسي ٿو. لئبررين وڏ يڪ ڪجهه ڪچڻ ڪانسواءِ، پنهنجي ڪرسيءَ تي وڃي وهي ٿو. پاڻ، ساسهون ٽنگيل گهڙيال ۾ ٽائيم ڏسي ٿو: يارنهن ۾ ڪي منٽ. اٺي

ٿو. اهو سوچيندي، ته باقي وقت ڪيئن ڪاٽي، ٻاهر اچي، لئبريريءَ
جي گيٽ وٽ ويهي رهي ٿو. ويٺو آهي. بنگال، جلندڙ بنگال.
ان جي تعلق سان سنڌ، ڪُرڙيون هڻندڙ سنڌ، حاوي اٿس ذهن تي.
هڪ خواهش: هلندڙ سياسي مسئلن تي ڳالهائڻ جي، ڪنهن سان
بحث ڪرڻ جي. بنگال تي، سنڌ تي، پنجاب تي، پناهگيرن تي،
مستقبل تي، نتيجن تي. ۽ اٺ-ڇنو خيال، ڪجهه ڪرڻ لاءِ:
ايڊوينچر ٽائيپ. 'رجب وٽ وڃان، سنڌس آفيس ۾. چانهه به
ڪيانس ۽ گپ شپ به ڪيانس ـــ نه، احمد کي وٺي، ٻئي گڏ
آوارهه گردي ڪيون. ۽ بحث به. هو به سون وانگر هن ڏرتيءَ
تي غير ضروري بار آهي.' سوچي ٿو، نه ڄاڻ ڇو ڌرتيءَ کي
اسان جو بار اچا محسوس نه ٿيو آهي!' پرسان ويندڙ هڪ اڌڙوٽ
برقعي واري عورت کي ڏسي ٿو. پوءِ تيز ويندڙ ٽرڪ کي.
پوءِ، سواءِ ڪنهن ويچار جي سامهون اسپتال جي ڀڳي، ويڪري
ڀت تي لکيل جملن کي پڙهي ٿو: 'سنڌي اڳواڻن کي آزاد
ڪريو. سنڌ جي سپوتن کي رها ڪريو. قومي زبان سنڌي
زبان،' ۽ انجي پرسان: مهاجر شاگرد رهنمائون ڪو آزاد ڪرو.
اردو زبان قـومــي زبان. چلي گا چـلي گا اسلامـي نظام.
سوشلسٽو! داهر پرستو! پاڪستان ڇهوڙ جائو. سرخ سفيد سامراج
مرده باد.' ۽: ڊنـل لفظ، پر پڙهڻ ۾ ايندڙ: 'ون يونٽ ٽوڙيـو
ورنه ....؟' بار بار پڙهندي هوندي به، سڀ نعرا وري به نظرن
سان پڙهي ٿو. 'ون يونٽ ٽوڙيو ورنه .... ورنه ڇا، پنهنجو پاڻ کان
سوال ڪري ٿو. سوال، جواب ڳولڻ لاءِ نه ڪيو اٿائين. محض
دل ۾ اچي ويس ۽ بس! انهيءَ فقري تي ياد ٿي اچيس، جڏهن
اهي تازا تازا مطالبا لکيا ويا هئا. دوستن سان، فردوس سئنيما
۾ فلم ڏسي، پوئين گهٽيءَ کان، رسالا روڊ ڏانهن اچي رهيو هو،
ڏاڍي زندهه دل موڊ ۾ هئا، ڪورٽ جي ڀت تي لکيل، 'ون يونٽ
ٽوڙيو ورنه ....' پڙهـي هرهڪ پنهنجو تبصرو ڪيو هـو 'ورنه
سمهي پونداسين.' ـــ 'ورنـه هنگي ڏينداسين' ۽ 'ورنه قائم رهندو'-

’ورنه سنڌ ڇڏي ڀڄي وينداسين.‘ انهيءَ تي سخت خار آئي هيس. ڇڙي ڇيو هئائين: ’اسين سنڌي پنهنجي قومي مسئلن تي ڪيڏو نه لاپرواهه ۽ نا اميد آهيون. اسانکي ههڙن معاملن تي مذاق اڏائڻ نه گهرجي....‘

’ٻڌو ابا،‘ رفيق چپ ڪرائيندي ڇيو هو، ’اسان کي چوڻ گهرجي.... مٿ هٿي ڪاٻي ڀاسي ليٽي پونداسين،‘ سينئي جا گڏيل ٺهڪ. سندس بور ٿيڻ.......

ٻه گدلا ٻار. جن مان هڪ ميري ڍڳهي گنجي ۽ ڪڇو پيل، ٻئي کي رڱي سلوار. سا ٻه پاڇن وٽان سڄي اڌڙيل. پرپرو پان ڀيڙيءَ جي ساندڻيءَ هيٺان، پاڪيٽ ۽ ڀنيون گولي رهيا آهن. تن تي نظر پوپس ٿي: هڪڙي نينگر جي نظر هيٺ، زمين تي پيل زردالوءَ جي هڪ ککڙيءَ تي پوي ٿي. هو ڊڪ پائي انکي کڻڻ چاهي ٿو. پيو ٻه اوڏانهن لوهه ڪري ٿو ۽ پهرين کان اڳ ککڙي کڻڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. هو حسرت پريل، سڪايل، ۽ ڪجهه ڏسريل نگاهن سان ڪيس ڏسي ٿو. ۽ ٻيو فاتحانه ۽ بيحد خوشي جو اظهار ڪري ٿو. ٻن نظرن جو ٽڪرائجڻ—

’سائين پهرين ڏني ته مون هئي نه....‘ پهريون چوي ٿو.

’پر کنئين ته مون نه—‘

’ڀلا اڌ ڏي‘ سڪٽائيپ.

’نه نه.‘ سڪائڻ. غرور.

’ڏي يار، مان جو توکي ڏيندو آهيان.‘

’هل هل. ڪٽي ڏيندو آهين.‘

’ڏيندو ناهيان؟— پاڻ پيري ڪيئن؟‘

’ڀلا تون ليندين ته مونکي اڌ ڏيندين؟‘

’ها—‘

پوءِ هو، ميري: مٽيءَ ۾ پريل ککڙي وات ۾ وجهي ڏندن سان ڀڃي ٿو. ۽ اڌ پنهنجي يار کي ڏئي ٿو. سندن سياڻي چاڻ ڪانسواءِ، سندن انهيءَ ڀائپيءَ ۽ گڏيل سهڪار جي جذبي تي

مرڪي ڏٺو. مٺن قرب ۽ پيار اچيس ٿو. قرب ۽ پيار: اداسيءَ، غم ۽ افسوس جي گڏيل احساسن ۾ ويڙهيل. 'هنن جو مستقبل؟'— جي سوال ساڻ.

اوچتو سگريٽ جي ٻاڙ لڳيس ٿي. ڀر واريءَ ماڻڊٽيءَ تان سگريٽ وٺڻ لاءِ وڌي ٿو. ماڻڊٽيءَ تي پارهين وارين خبرن پڙڻ لاءِ ساڻهن جو سيڙاڪو لڳو پيو آهي. سڀ مهاجر آهن. خبرن جو آخري تت هلي رهيو آهي: '.... غدارن کي نه بخشيو ويندو- مارشل لا جي ريگيوليشن تي سختيءَ سان عمل ڪيو ويندو. نيشنل عوامي پارٽي تي پابندي. مشرقي پاڪستان ۾ حالتون جلد معمول تي اچي وينديون.'

'وودبائن ايڪ.' ڏهه پيسي شيشي جي دخل تي رکندي چوي ٿو، ۽ ساسهون آئيني تي چنبي سان لکيل پڙهي ٿو: ”پان کي قلت کي وجه سي في پان ۵۰ پيسے. پالک کا پان، ايڪ آنه.“

”چالو ماچيس.“

”ڀائي اب کهان سي چالو ماچيس ملي گا. وه سامني رسي—“ سگريٽ دڪائيندي ٻڌي ٿو:

”شڪر الحمد الله. خدا کي فضل سے، پاڪستان بچ هي گيا.“

”اس سالے، مزيب کو گولي سي ہي جياده سجا ديني چاهيئي.“

—”نعپ والي ہي غدار هين.“

”اب پاڪستان کو بچانا هي تو ان غدارون کو گولي سي اڙايا جائي.“

”اب يه جيئي سنده والي ہي سڌر جائين گي.“

—”نهين ڀئي، انکو ہي ملک سي نڪالنا چاهيي يا بلڪل گوليون سي اڙانا چاهيئي. يه سالي ڀارت کي پکي ايجنٽ هين.“

—”سين تو پهلي کهوي ديا. اي ڀاڻ کا لـ— مزيب

هندستاني ايزنٽ هووي، اي پاڪستان نون ختم ڪروي." هڪ اڇي ڏاڙهي وارو پوڙهو چوي ٿو. ڳالهائيندا رهن ٿا.

سگريٽ جو ڪش هڻندي، سيني تي ستاچري نظر وجهي ٿو. هڪ اهڙي نگاهه، جا ڳوليندي هجي پنهنجائپ جي احساس کي. ڪنهن اهڙي ڏٺل وائٺل ڇاتل سڃاتل شي کي، جا هڪ ئي ڌرتيءَ جي رهواسين ۾، ذهني ۽ روحاني رشتن هيٺ هڪجهڙائي پيدا ڪندي آهي. ڏاريپ واري وڇوٽي. گهري ڪان گهري. وسيع کان وسيع. "هن ڌرتيءَ جو ۽ هن جو سڀنڌ؟ ۽ مان هن ڌرتيءَ جو ڇا ٿيو نپايو؟ هيءُ هنڌ، جتي مان ويٺو آهيان، اهو منهنجي لاءِ ڏاريو آهي؟ يا هيءُ؟ نيٺ سچ ڇاهي: پاڪستان: اسلام يا سنڌ؟" پوءِ وقت ڪان اڳ ويندڙ نگاهه، انديشن جي ڏنڌ ۾ ڏنڌيل: وچ!! ڪيڏي پيانڪ. ڪيڏي اذيت ناڪ.

احمد وٽ وڃڻ لاءِ، تلڪ چاڙهيءَ ڏانهن وڌي ٿو.

سنڌ مسلم ڪاليج جي پوئين پٽ کان يونيورسٽي جي بس بيٺي آهي- غير - ارادي طور بس ۾ اندر نگاهه ڊوڙائي ٿو. ڇوڪرا گهٽ آهن. اسٽاف جا ماڻهو وڌيڪ. بس هلي وڃي ٿي.

ڪراچيءَ ڏانهن ويندڙ ڪيتريون بسون بيٺيون آهن. وڌي ٿو .... تلڪ چاڙهيءَ تي هينئر اهو رنگ ناهي، جو شام جو سج لهڻ مهل هوندو آهي. ماڻهو هلن پيا. زندگي متحرڪ آهي. پوءِ بہ ڀُسائي، ۽ بي رنگيءَ جو احساس.

هلندو پيو ٿو وڃي ....

'....اڙي — اوِ ڇـِـم ڇـِـم.' پٺيان ايندڙ آواز.

منهن ورائي ڏسي ٿو: چار ڇٽا بيٺل، احمد، نواز، قادر ۽ شاهه.

'اڙي ڏي خبر، آهين ڪٿي؟'

'بس، اتيئي.'

'الاءِ: اسان سمجهيو تہ ....'

'اندر هوندس.' پاڻ ئي جملو پورو ڪري ٿو.

'ها. هلون جهوس ۾ متي، چانهه به پيئون ۽ ڪچهري به ڪيون.'

'اوهانجي مرضي. هلو—'

'اڙي يار، منهن به ڪونه ڏيکارين.' هوٽل جي ڏاڪڻ چڙهندي.

'منهن ڏسي ڇا ڪندين؟' مرڪ.

'نوڪري ملئي؟'

'نه—'

'ها يار، سنڌين لاءِ نوڪريون ڪٿي آهن.' رسمي طور، جيئن هر سنڌي چوندو آهي. گهڙي رکي چويس ٿو، يونيورسٽيءَ ۾ ڪوشش ڪرين ها، اتي سڀ پنهنجا هئا. تون به صفا ٻڏو بابا آهين.'

موجوده وقت جي انهيءَ رسمي گفتگو تي رڳو مرڪي ٿو. هوٽل ۾ اندر ڪمري ۾ وڃن ٿا:

'اوهان ڏيو خبر، يونيورسٽيءَ جا ڪهڙا حال آهن؟' سوال ڦٽو ڪري ٿو.

'يونيورسٽي؟ جيئي سنڌ تحريڪ جو ڳڙهه!' نواز ٽهڪ ڏئي ٿو، ۽ پوءِ چوڌاري ڏسي ٿو: ڪنڊ ۾ هڪ اڌڙوٽ، خاڪي سوٽ ۽ اڇي برشٽ سان ويٺو آهي، اکين تي نظر جو چشمو. ڏانهنس ڏسي، سيني کي اشاري سان هنجي موجودگيءَ جو احساس ڏياريندي، شڪي ڳل ڪلندي، آهستي چوي ٿو: هو ڪير آهي؟

'ڇڏ يار، تون ته سدائين — سي.آءِ.ڊي، پي.آءِ.ڊيءَ جو ناهي، تون ڪا ڳڻتي نه ڪر.' شاهه چويس ٿو.

'توکي ڪهڙي خبر، ڇا تون سي.آءِ.ڊيءَ جو انفارمر ٿيو آهين، جو سڀني سي.آءِ.ڊيءَ وارن کي سڃاڻين.' نواز چوي ٿو.

انتي باهه اچيس ٿي. 'ذليل ڪميڻو' پر انهو اظهار نٿو ڪري، ياد اچيس ٿو: ٤ مارچ واري تحريڪ ۾، جيل ۾ رهندو

هو. ماڻهو ياد ايندي هيس. انتهائي هلڪڙائي ٽرڙائپ جا ڏيکاءُ ڪندو هو. ڪيچي ٿو.

’چانهه.‘ مٿان ٻيري کي ٻيهر ڏسي، احمد چوي ٿو. خاموشي.

’ٻيا ڪهڙا حال اٿئي؟ تنهنجي فرسٽريشن جو ڪهڙو حال آهي؟‘ شاهه پڇيس ٿو.

’ٺيڪ.‘ مرڪ سان جواب. ’تون ڏي خبر ڪهڙا ٻڌا آهن، ڪهڙن جو انديشو آهي؟ يونيورسٽيءَ ۾ ڇا پيو ٿئي؟‘

شاهه ۽ پاڻ ڳالهائي رهيا آهن:

’هن وقت تائين، گرفتاريءَ جو رڳو جي. ايم. سيد جو ٻڌو اٿئون. باقي افواهه آهن ته، سنڌ ۾ ادائي سڀن جي لسٽ ٺاهي اٿن. جن ۾ سنڌي دانشورن ۽ ليکڪن، شاگردن ۽ سياسي ورڪرن جا نالا آهن. تنکي پڪ گرفتار ڪندا.‘

’هون—‘

’ماسا، تنهنجو نالو ته پڪ هوندو. تو جيل ۾ ڪڏهن به معافي لکي نه ڏني آهي نه؟‘

’نه.‘

’پوءِ ته تون رڪارڊ....‘ خوش طبعي سان.

’ٻيلا نيٺ ڇا ٿيندو؟‘ پڇيس ٿو.

’اها ته پڪ آهي، بنگال نه رهندو. بنگالي هينئر فيصلو ڪندا. پوءِ ڀلي هنن کي ڪيترين ۽ ڪهڙين ئي قربانيون ڇو نه ڏيڻيون پون.‘

’يونيورسٽيءَ ۾ ري ايڪشن (Re-action)؟‘ ورجائي ٿو.

’پهرين ڪجهه جوش هو. پر جڏهن کان ڪئمپس جي مين روڊن تي فوجي گاڏيون رائونڊ ڏيڻ لڳيون آهن، هراسمينٽ ڦهلجي ويو آهي. خاص ڪري هن ڪري جو، ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ جا بمبارڊمينٽ ڪئي وئي آهي، ته هتي به ڊپ آهي ته، ائين نه ڪيو وڃي. ڪيترا شاگرد هاسٽلون خالي ڪيو ڳوٺن ڏانهن هليا ويا آهن. ۽ جمعيت طلبا وارا ڳجهي نموني فوجين سان

گڏجاڻيون ڪندا رهن ٿا ۽ ڪين سڄي انفرميشن ڏيندا رهن ٿا. ۽ ها — ڪلهه رات ڪجهه پمفليٽ، ڪمرن ۾ ڪنهن جي طرفان ڦٽا ڪيا ويا هئا. بنگالين جي حمايت ۾ ۽ فوجين جي خلاف. ڏاڍا سخت هئا....'

'ڪنهن جي طرفان ڦٽا ڪيل هئا؟'

'چئي نٿو سگهجي! پر منهنجو اندازو آهي ته، پرو-رشين ڪميونسٽن طرفان ڦٽا ڪيل آهن.'

'هائو، اهي انهن ڪامريڊن جا ڏنڊا آهن. هڙتالن موقعن تي پرن ۾ لڪي ويندا آهن. پڇين ته چوندا: انڊر گرائونڊ آهيون. پوءِ پمفليٽن جي ڏمر لڳائي ڏيندا آهن. ۽ ائين پنهنجي پڌائيندا آهن.' نواز وچير چوي ٿو، 'الاءِ ڪنهن چيو هو ته، جيڪڏهن انهن ڪامريڊن کي جلاب ڏجي ته سنڌن مقعد شريف مان دست نڪرڻ بجاءِ پمفليٽ ئي پمفليٽ نڪرندا.' ٺهڪ ٿو ڏئي. سڀ کلن ٿا. 'پيٽان وڏو ٺيڪ آهين.' پاٽ بہ کلي ٿو، جيتوڻيڪ هن جي ٽرڙائپ ۽ هلڪڙائيءَ وارو انداز بنهہ نٿو وڻيس.

'ايمان سان. آزمائش شرط آهي. پلي اوهان ڪنهن ڪامريڊ کي جلاب ڏئي ڏسو.' نواز وڏيڪ ڪلائش لاءِ چوي ٿو.

کل. کل کانپوءِ ڪا مهل خاموشي. ان خاموشيءَ ۾، ٽيپ رڪارڊر تي هلندڙ ڪو سنڌي گانو.

'شاهہ، ها پوءِ انهن پمفليٽن جو ري ايڪشن ڪهڙو ٿيو؟' خود ئي سانت کي ٽوڙي چوي ٿو.

'ري ايڪشن؟ ري ايڪشن ادا هي نڪتو ته، شاگرد انهن پمفليٽن ڪيندڙن کي گاريون پيا ڏين. چي: اهي مارائيندا. هاسٽلون گهٽو ڪري خالي ٿي ويون آهن. چڻ ته راڪاس گهمي ويو آهي. ۽ ان سانت ۾، رڳو فوجي گاڏين جا ٽڙڪات پڌندين. اهو آهي ري ايڪشن.'

'ڪيڏو الميو: تعليمي ادارن ۾ فوجي ٽرڪون ۽ ٽينڪون!' چوي ٿو.

'ڪا وڏي ڳالهه ناهي،' شاهه سرڪندي چوي ٿو 'پاڪستان ۾. يعني پاڪ آستان ۾! جتي ٽيويهن سالن کان عوام جي روحن تي فوجي گاڏيون هليون پيون وڃن، جتي ٻارنهن ڪروڙ عوام ٽيويهن سالن کان، مارشل لا ڪورٽن ۾ انڊر ٽرائيل رکيو ويو آهي. جتي، دانشور ٽيڻ معني گوليءَ جي سزا — اتي سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪئمپس ۾ فوجي گاڏيون گهمڻ ڪا وڏي ڳالهه تہ ڪانهي، نہ؟'

'ها.'

'انهيءَ ڪري چئبو اٿئي اسلامي طريقو. منهنجا پيارا.' احمد چوي ٿو.

'۽ ها، جيستائين هيڙو پاڪستان آهي: پنجاب جا سامراجيانہ مفاد آهن، پناهگيرن جو اردو ازم آهي، هي فوج آهي، تہ هي سڀ ڪجهہ رهندو.' شاهه.

'ائين ٿي رهندو؟؟ جيئن آهي؟' پاڻ سوال ڪري ٿو.

'بنگال منهن ڏيندو. هو منهن ڏئي چاڻن، هنن جي تحريڪ اسان وانگر رڳو نفرت، لفظن ۽ ٺهراڻن تي بيٺل ناهي. بلوچ ۽ پٺاڻ بہ منهن ڏئي ويندا ۽ باقي اسين سنڌي؟ ڏاڍي عجيب صورتحال آهي: ڪنهن حد تائين مايوس ڪندڙ بہ. — ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿو اچي!—' شاهه مرڪي ٿو. مايوسيءَ واري مرڪ.

'هڪ ڳالهہ تہ اٽل آهي' احمد چوي ٿو، 'تاريخي سچائي ۽ فطري اصول پٽاندڙ: سنڌ رهڻي آهي. سنڌي مظلوم آهن. جيت اڳي پوءِ مظلومن جي ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ تہ هو حق تي هوندا آهن....'

'تاريخ ڏانهن اها پهچ (Mythlael) آهي. تاريخ ڇا هي؟ طاقت، طاقت، طاقت. پيو ڪجهہ بہ نہ. ريڊ انڊين اصل آمريڪن باشندا هئا، پوءِ؟ آمريڪا ڪنهن جو رهيو آهي؟ ريڊ انڊين جو، يا ٻاهران اچي وسندڙ نوآبادڪارن جو؟ آسٽريليا جا اصل باشندا ڪٿي آهن؟ خود پنهنجي هندستان ڪي ڏس: دراوڙين ۽ آرين ۾!

تاريخ جو ڌارو، دراصل ڪن اخلاقي اصولن تي ڪونہ ٿو رڙهي.
بس، Space ۽ Time اندر ڪا اپريل قوت (Force)، آهي، جيڪا
فيصلي ڪن رول ادا ڪري ٿي. پوءِ اهو Force، پلي نتشي جو
انفرادي فورس هجي، مارڪس جو ڪلاس فورس هجي، هٽلر جو
نسلي فورس هجي. بهرحال طاقت، ۽ فطري اصول بہ اهو ئي آهي
آهي تہ، جو سگهو آهي، سو رهندو ۽ ڪمزور مرندو. پوءِ آهستي
آهستي يا هڪ ئي دفعي. ۽ زندهہ رهندو تہ، محڪوم ٿي.'

'نہ، منهنجو اهو مطلب ناهي تہ، سنڌي قوم مظلوم آهي،
انڪري مات ڪري ويهي رهي. يا صحيح معني ۾ عملي جدوجهد
ڪرڻ بجاءِ پاڪارينديءَ رهي. پر منهنجو مطلب آهي تہ هيترو
جو ظلم ٿئي پيو، قربانيون ٿئي پئي. اسلام ۽ پاڪستان جي نالي
۾ تشدد ڪيو پيو وڃي، ڇا هنجو ڪو نتيجو نہ نڪرندو؟ بنگالي
بہ تہ انهيءَ ساڳي ظلم ۽ ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيسجي باغي ٿيا،
۽ جدوجهد هلائڻ ڪري ڪُر سگهيا. شعور وڌين. ۽ سنڌ ۾ بہ ساڳي
طرح ٿيندو. فطري آهي.' احمد چوي ٿو.

'پر پيارا، سنڌ جون موجوده حالتون دنيا کان ئي نياريون
آهن. هتي تاريخ جو نئون تجربو ٿي رهيو آهي. نرالو، انوکو:
آباديءَ جو Composition ڏس. ڏينهون ڏينهن ڌارين جو وڌندڙ
تعداد ڏس. ثقافتي طور ڏس: پناهگير شهرن تي قابض، انهن جي
سياسي شعور، تنظيمي شعور ۽ تحريڪي شعور ۽ پنهنجي شعور
جي وٿي ڏس. ڪلاس ڪمپوزيشن ڏس: قومي مسئلي تي سنڌ
جو وڏيرو، پير، سنڌ جو دشمن ۽ نوآبادگارن اڳيان گانڊو ۽
هنن جي مفادن جو محافظ. جڏهن تہ هنن جو سرمايہدار ۽ مزدور
هن معاملي ۾ پاڻ ۾ پٺ. هي جو انهن غير سنڌين کي، سنڌي
پوز ڪرڻ لاءِ 'نئين' جو پيچ ڳنڍيو ويو آهي. سراسر بڪواس
آهي. دوکو، اهي سنڌي ٿي نٿا سگهن. هنن جو تهذيبي برتريءَ
واري ۽ سنڌ کي فتح ڪرڻ جي احساس مان صاف پڌرو آهي
تہ، اهي سنڌ ۽ سنڌين سان سچا ٿي ئي نٿا سگهن. ڇاڪاڻ تہ

بنيادي طور مفادن جو ذڪر آهي. ٻوليءَ ۽ ٻين اقتصادي مفادن ڪري، پنجاب جي چوڌرين، فوجين ۽ پنجاب جي سامراجيانہ مفادن سان سمجهوتو ڪرڻ سان، هو پنهنجي موجوده حيثيت ۽ زندگي برقرار رکي سگهن ٿا. جڏهن تہ سنڌين جي مفادن جو تحفظ، مظلوم قوميت جي تصور ۽ اهڙي قسم جي جدوجهد تي ئي منحصر آهي. ڇا ڪڏهن مهاجرن سنڌين جي قومي حقن کي سمجهڻ جي رتيءَ برابر ڪوشش ڪئي آهي؟ وينڌي ڪميونسٽن تائين. هو ٻهرين، پناهگير، پنجابي آهن، پوءِ ڪميونسٽ! ۽ پنهنجي سنڌي مڊل ڪلاس. مڊل ڪلاس، جيڪو قومي تحريڪ جو وڏو محرڪ هوندو آهي: نالي جو بکيو. ليڊريءَ جو بکيو. رڳو پنهنجي ذات سان سچو: پوءِ ڀائي ڪريل ذهنيت جو. ٻچڙو. لالچي. رڳو لفاظي ڪندڙ. موقع پرست ۽ Vulgar Nationlist. ۽ اسان جا سياسي ورڪر، رڳو شهرن ۾ چانهيون پي، هڪ ٻہ تقرير ڪري، رڳو لباڙون هڻندڙ. يار، سان تہ نراس تي پيو آهيان.' شاهہ وراڻي ڏنو. ۽ ٽيبل تي ڌڪ هڻي، ٻيري کي سڌي، ڀاڻيءَ لاءِ چوي ٿو.

'نراسائيءَ جي ڳالهہ تہ ناهي. قومي تحريڪن ۾ اهي لاها چاڙها تہ ايندا ئي آهن.' احمد چوي ٿو. 'مان وڏيڪ تہ ڏيگهہ نٿو ڪيان، پر هڪ ڳالهہ چوانءِ، سنڌ کي ۽ سنڌين کي ڪو ختم ڪري نٿو سگهي. خاميون ۽ ڪمزوريون پنهنجي جاءِ تي آهن. پر بنيادي ڳالهہ آهي تہ، مجموعي طور سنڌين ۾ قومي جاڳرتا ۽ پنهنجي قومي وجود جو احساس ڏينهن لڳو آهي. مٿاڇرو سهي، جذباتي سهي، ناپختو سهي. پر پيدا ٿيو آهي، وڌي رهيو آهي ۽ باقاعدي Resistance Form وٺي رهيو آهي. جنهن کي هاڻي ڪابہ مڪاري ۽ طاقت پوءِ چاهي اهو اسلام يا پاڪستان جي نالي ۾ ڪئي وڃي، دٻائي يا موڙي يا ڪچلي نٿي سگهي. هيءَ بہ حقيقت آهي تہ، سنڌ جا نيشنلسٽ، هارين وٽ وڃڻ بجاءِ، وڏيرن جي پنيان ڀٽڪندا رهيا آهن ۽ هارين جي مسئلن کي بنهہ نہ ڪنيو اٿن. ۽ پروڙشين پناهگير ڪامريڊن جا پنو ٿيو پيا هلن.

جن جون ناڪيليون ڪراچيءَ جي ڪالونين ۾ پکڙيل آهن، پروچنا وارا ايجنسيءَ جو ڪم پيا ڪن. پيپلز پارٽيءَ وارا سمئون سڌو پنجابين جي مفادن سان غداري نه ڪرڻ جا اعلان پيا ڪن. ائين هوندي به، سنڌ جا ماڻهو انهن جي پٺيان آهن. اسلامي براننڊ جماعتون پڌريون سنڌ دشمن آهن. ۽ مڊل ڪلاس ۽ دانشورن جا حال تو پڌايا: برابر سڀ حقيقتون آهن. پر سدائين ته آهي نه رهنديون؟ نيٺ هيءَ حاڪميءَ ۽ غلاميءَ جي چڪتاڻ سنڌ جي ماڻهن کي صحيح سوچ جو احساس ڏياريندي. شعور ڏيندي، پختگي ڏيندي، تجربو ڏيندي. ۽ اهو سڀ ڪجهه ڏيندي، جيڪو قومي حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي......'

'يار خدا جي واسطي اها سياست بند ڪيو،' نواز هٿ پڌي چوي ٿو، 'هوڏانهن لسٽون پيون ٺهن ۽ هتي اوهان هوٽل ۾ هيڏيون خطرناڪ ڳالهيون پيا ڪيو- ميان ڪجهه ڪونه ورندو. ڦيرون به رکو اهي ڳالهيون اتو نه؟ ساڻ ڪري نوڪريءَ پوڪريءَ جي ڪا ڳالهه ڪيو. اجايو پيا ٿا—'

'ٺهيو. هاڻي سياسي ڳالهيون نٿا ڪيون. بس. ٻي ڪا ڳالهه ڪيو،' احمد مرڪي چوي ٿو.

'ٻي ڳالهه اها ته، سگريٽ گهراءِ. ڳالها يو اوهان پٺي، متي ۾ سور مونکي پيو آهي،' نواز چوي ٿو.

احمد ولس جو پاڪيٽ گهرائي ٿو، سگريٽ چڪين ٿا، ٽيبل جي آس پاس دونهون. ان دوران پاڻ خاموش ويٺل. ڪا گهڙيون خاموشي. پوءِ.

'نواز تنهنجا لوافيئرس ڪٿي پهتا آهن؟ مون ٻڌو آهي ته هڪ 'پيٺ' ٺاهي اٿئي؟' شاهه ڪوٺڻ لاءِ چويس ٿو.

'ڪهڙا يار افيئرس اسان جهڙن غريبن جا. مڙئي دل پشوري. يونيورسٽيءَ جون ڇوڪريون، انهن مردن کي ٽيون چاهين، جنهن وٽ دولت هجي، ڪار بنگلو وغيره. سماجي حيثيت هجيس. ۽ وڏيڪ آئڊيل ڇوڪرين لاءِ شهريت هجي. مون وٽ اهي ٺئي

شيون ناهن. انهيءَ ڪري،' نواز سگريٽ جو ڪش هڻي ٿو.
'پلا اها ڪيتري قدر حقيقت آهي ته، تون اڄڪلهه فري سيڪس جو ڏاڍو پرچارڪ ٿي پيو آهين؟' شاهه وڏيڪ چيڙٽ لاءِ چويس ٿو.
'اسان جي نصيب ۾ رڳو آهي ئي پرچار، يعني زباني لست. جنهن ڪي ذهني عياشي به چوندا آهن.' نواز چپٽي وچائي آڱرين جي وچ جهليل سگريٽ جو ڦلو ڪيرائي ٿو، 'هتي فري سيڪس لاءِ ڪجهه بنيادي لوازمات آهن: هڪ ته عدد پيٽ هجي جنهن ڪي— بارٽر سسٽم هيٺ ايڪسچينج ڪري سگهجي. يا ته دولت هجي يا ٽيلنٽ ۽ گنس هجن يا ڪا حيثيت هجي مثلا ليڊري وغيره. انڪري منهنجو فري سيڪس پنهنجو پاڻ سان آهي.' چاتيءَ تي هٿ هڻي چوي ٿو.
سڀ کلن ٿا. ڪا مهل خاموشي.
'هلون هاڻي.' پاڻ - خاموشي ٽوڙيندي چوي ٿو.
بل ڏئي اٿن ٿا.

صبح جا ساڍا اٺ ڪن:
جنرل پوسٽ آفيس ۽ ريڊيو پاڪستان جي وچ واري روڊ تي اڇي رنگ جي ڪار بيٺل. پرسان هڪ فوجي آفيسر ورديءَ ۾ ۽ هڪ اسڪوٽر ۽ هڪ نوجوان اڇي پئنٽ ۽ گلابي ٽي‌شرٽ سان ڪجهه جهڪيل. پاسن کان پري پري، فٽ‌پاٿ تي، پريس ڪلب جي در وٽ بيٺل، ڊنل، هيسيل، تماشو ڏسندڙ. پاڻ، جو يونيورسٽيءَ جي اولڊ ڪئمپس ڏانهن وڃي رهيو هو، پڻ سان تماش‌بين جي حيثيت سان بيهي ٿو، ڏسي ٿو.
'بس سر، Excuse Me.' نوجوان پانهون پڌي ليلائيندي چوي ٿو.
'نونو، مرغا بڻو.' فوجي‌آفيسر ڏنڊي هوا ۾ ڦيرائيندي چوي ٿو
'سر—'
'چا ڳالهه آهي.' پرسان بيٺل هڪ کان پڇي ٿو، جنهن‌جي

سنهن جو رنگ ڦريل آهي.

'اهو اسڪوٽر وارو، فوجي آفيسر جي ڪار ڪان آڳ پيو ڪيڊي. انهيءَ ڪري ....' ورائي ٿو.

'ٽيڊي پينٽ سان مرغو ڪيئن ٿي، هنجي ته پينٽ ٽي ڦاٽي پوندي.' ڪو پيو بيٺل چوي ٿو.

نوجوان ليلائي رهيو آهي. 'جلدي ڪرو جلدي ڪرو.' فوجي آفيسر هوا ۾ ڏنڊي ڦيرائي رهيو آهي.

سنڊس وار ڪانڊارجنڊڙ. 'سيڪينڊريٽ سٽيزن.' 'نه. انڪان به ڪريل.'

'اڇا چل بي.' فوجي نوجوان جي چتڙن جي وچ ۾ ڏنڊيءَ جو چيڙو رکي، ان سان ڌڪو ڏيندي چوي ٿو. ۽ ڪار ۾ ويهي زُم سان دروازو بند ڪري، هليو وڃي ٿو.

اسڪوٽر وارو نوجوان، سواءِ ڪيڏانهن نهارڻ جي، اسڪوٽر تي چڙهي يونيورسٽيءَ جي پاسي ڏانهن هليو وڃي ٿو.

ڏسندڙ، سواءِ ڪجهه ڪڇڻ جي پنهنجن بيٺل، هڪ هنڌ چميل وجودن کي چرپر ڏين ٿا. خاموش ۽ مثل انداز ۾ رڳو چرڻ وقت مثل چهرن هڪ پئي. ڏانهن ڏسو: اکين ۾ ڪجهه به نه هو. چهرن ۾ ڪجهه به نه. زندگيءَ جي اهڃاڻ جي ذري نه. نه موت! پاڻ به اڳتي رڙهي ٿو. 'جيڪڏهن مان انهيءَ نوجوان جي جاءِ تي هجان ها ته—؟' ۽ تصور ڪري ٿو پاڻکي ان نوجوان جي جاءِ تي بيٺل. 'مان جواب ڏيانس ها. پوءِ چاهي کهڙي به بي عزتي ڪري ها. وڌ ۾ وڌ ڏنڊيون هڻي ها، يا ماڻهن آڏو ماري، فوجي ڪورٽ ۾ موڪلي هان.'

پاڻ مار ڪائينڊڙ روڊ تي، ماڻهن آڏو. ماڻهن جون نظرون ڪٽيل منجهس: بي عزتو. ذليل. ڪريل. رڳو رحم ڪائينڊڙ نظرون.

وڌي رهيو آهي. پرسان لنگهندڙ به فوجي سپاهي وردين ۾. ڏانهن ڏسي ٿو. يونيورسٽيءَ جي گيٽ تي اچڻ تي چاڻ پوليس ٿي: دروازا بند. فوجي سپاهي بيٺل. 'يونيورسٽي فوج

جي حـوالي ٿيل.' مين گيٽ جي شيخن مان اندر ڏسي ٿـو:
راڪاس گهميل. پڙ پانگ. فوجي سپاهي پارڪ ۾، ڪي ستا پيا
آهن، ته ڪي تاس پيا کيڏن. ڪي رائفلون جهليو هلي رهيا آهن.
ماني کائي ليٽيو آهي. پاچائس پارن سميت ننڊ پئي آهي.
پاڙس به پنهنجي کٽ تي ستو پيو آهي. بتي وسايل. خاموشي.
'اهو — يونيورسٽيءَ مان گرفتاريون ڪيون اٿن ڇا؟'
اونڌهه ۾ پاڙس جو آواز.
'جي؟ — ها. ليڪچرار ۽ شاگرد.'
پاڙس وري خاموش. لڳي ٿو هن سوال آهينئي پڇيو آهي.
گهڙي رکي چوي ٿـو: 'تون خيال ڪجانءِ. متان وري انهن
ڦڏن ۾ ڦاسين.'
پاٺ چپ.
پاڙس وري چوي ٿو: 'سنڌ ته ٺيڪ آهي، پر وقت وقت
کي ڏسبو آهي. هينئر اهو وقت ڪونهي. فوجي هاٺ آهي ناهن.
هونئن به تو انهيءَ جيئي سنڌ مان ڇا کٽيو آهي؟ اسين غريب
ماڻهو....'
'ٺيڪ آهي ادا.' جان ڇڏائڻ لاءِ آهستي چوي ٿو.
'پنجابين جو ظلم ته برابر آهي. پناهگيرن به ملڪ کي
پيلي ڇڏيو آهي' پاڙس اچـا سمجهائڻ جي موڊ ۾ آهي، 'پـر
انهن کي هتي سنڌ ۾ آندو ڪنهن؟ آهي به ته سنڌي آهن. يا
ڪي پيا؟ ون يونٽ ٺٺو، ڪيترا سنڌي آفيسر آيا آهن، ڇـا
ٿيو؟ ميان غريب جو ڪير ڪونهي....' ڳالهائيندو رهي ٿو.
ڪيس پاڙس جو اهو ڳالهائڻ بنهه نٿو وڻي. چڙ ڏياريندڙ
لڳيس ٿو. پر چُپ آهي.
اڄ ڪنهن پاڻ واري کي پريءَ بزار ۾ ڦٽڪا هنيا اٿن.
ٻـي آني وارو ماڇيس، ڇئين آنـي ٿي ڏنائين. هيـڏا وڏا سينيا
بلئڪ ميلون ڪن، آفيسر رشوتون کائن، اتي ڪجهه ڪونهي.
باقي هڪ غريب ڀچڙيوال — ۽ هڪ ڀهراڙيءَ واري سنڌيءَ کي

چوراهي تي لڪڻ سان ماريو اٿن، پڻڪا ٻنڪا لاهي سڀون پنهنجي ڏاڍو بي عزتو ڪيو اٿنس. هڪ ٻِت جي پاسي ۾ پئي مُنهيائين.“ ڀاڪس اڄا تائين ڳالهائي رهيو آهي، ’وقت ڏاڍو تنگ اچي ويو آهي. ڪنهن غريب جي نه عزت محفوظ، نه جان....“

ڀاڪس کي ٻڌڻ ڇڏي ڏنو اٿائين. نند لاءِ ڀٽوڙي رهيو آهي.

'Crush India' ـ 'هندستان کي ڪچليو' ـ هلندڙ فوجي ٽرڪون روڊن تي. وينل ٽن ۾ فوجي سپاهي وردين ۾ ساٺ. چڪر ڪاٽي رهيون آهن. 'هماري پاڪ افواج ـ زندهه باد.' ـ 'پاڪ افواج کي جانباز ـ زندهه باد.' انبوهه طرفان بيهاريل سي فوجي ٽرڪون، جيپون. فوجين جي گچين ۾ پونڊڙ گلن جا هار. ڪين ملندڙ گلدستا. مٺاين جا دٻا. عقيدت وڃان چمندڙ تن جا هٿ.
'نعرهٔ تڪبير. ـ الله اڪبر.' ـ نعرهٔ تڪبير الله اڪبر.' ـ 'پاڪستان زندهه باد. ـ 'پاڪستان زندهه باد.' ـ هندستان سامراج ڪو ـ ڪچل دين گي.' ـ 'فتح! فتح! فتح!'
'وهه جا رها هي سوئر ڪا بچا.' ـ 'مگ لڙاڪا هي.' ـ 'نهين ڇوڙين گي. يه آواز سن رهي هو؟ ـ اينٽي ائرڪرافٽس گن ڪي هي. اپني هي.' 'مادرچو .... ڪيسي گوليان تڙا تڙ لگا رها هي.' ـ 'ڀاگ گيا.' ـ 'نعرهٔ تڪبير. الله اڪبر.' ـ 'ابي آواز نه لگائو.' ـ 'يه سائرن والا الو ڪا پٺا سو گيا ڪيا؟' ـ 'نهين بي. اب دوسرا رائونڊ ڪري گا.' ....
'او يائو! بيل گاڏيءَ کي پاسي ڪري بيهار. سائرن ٿي چڪو آهي.'
ڏڳي گاڏيءَ وارو سواءِ ڪنهن ڏيان ڏيڻ جي، پاڇين مان سٽيل ڏڳي گاڏي هڪليندو وڃي ٿو. ڏڳي گاڏيءَ مان ايندڙ چيڪاٽ. 'يائو ــ او رئيس ....' روڊ جي پاسن تي ڪنڊن ۾ بيٺل ماڻهن جا آواز. ڏڳي گاڏيءَ وارو بي پرواهه. رضاڪارن جو ٽولو ڏانهنس وڌي ٿو. زوريءَ ڏڳن کي بيهارين ٿا ـ 'يه سنڌي ڪيسي چوتيي هين!' ـــ
'اڙي اڳ نه جهليو پيٺان ـ'
'وڏيرا، سائرن ٿيو آهي. هندستاني جهاز ٿا اچن. بم ڦٽا

ڪندا. بيلن کي ڇوڙي پاسي ڪري بيهار.' هڪ رضاڪار سمجهائيس ٿو.

' اڙي پاسي ٿيو پيٺان. هندستاني جهاز ٿا اچن. مٿي ٿي پيو ويا آهيو.'

زوريءَ ڏيگي گاڏيءَ کي هڪ پاسي گهلين ٿا.

(سوچي ٿو: سنڌي هن جنگ ۾ ڪيڏا نه لاتعلق ۽ الڳ ٿلڳ ۽ غير جانبدار آهن!!)

اوندهه. رضاڪارن جي لٺين جا ٺڪاءَ ' بتي بجهائو-' - ' بتي بجهائو.' - روشني آ رهي هي.' - ' يه سالا ڪوئي عوامي ليگي هي. - وو ئي ــ لائيٽ باهر آ رهي هي.' "يه سنڌي ڪا گهر هي نا؟ يه لوگ پاڪستان ڪي سچي نهين هين."

فتح! فتح! هر محاذ پر فتح! هماري افواج نی دشمن کي ڇڪي ڇڙا ديئي....

.... سيڪٽر پر دشمن کي مڪارانه بزدلانه حملي کو پسپا ڪرديا ....حوصلي بلند ....

- ڪي خبر ڪٿي پهتا آهن؟

- بدن ۾ آيو آهي ته عمرڪوٽ ڏانهن وڌي رهيا آهن.

- اها رفتار رهي ته پوءِ حيدرآباد پري ناهي.

- ها.

- ها يار جلد اچن ته چڱي ڳالهه.

- تو کي ائين نه ڇوڻ گهرجي. نيٺ هو اسان جا دشمن آهن.

- اسان سنڌين لاءِ ڪهڙو فرق ٿو پوي! هڪ غلام قوم لاءِ آهو اهم ڪونهي ته، سندن حاڪم ڪير آهي. هتي پوءِ گهٽ ۾ گهٽ جمهوريت ته آهي. اسانجي قومي Identity کي ته ڪچليو نه ويندو. سنڌي ....

- بڪواس نه ڪر. نيشنلزم جي به ڪا حد هوندي آهي.

- اها حد ڪهڙي آهي؟ پيارا ياد رکجانءِ، اهي پنجابي فوجي، بنگالين کي مارڻ کانپوءِ توڏي وڌنداءِ.

— ٺيڪ آهي. مان ڪنهن هندوءَ جي هٿان مرڻ بجاءِ، پنجابي مسلمان هٿان مرڻ وڌيڪ پسند ڪندس. نيٺ هيءُ مسلمان ته آهي.

بنگالي ڪنوارين ڇوڪرين جون ڪئمپون. ڪٽ ڪوٽڻ تي سوين لاش. الشمس البدر جي رضاڪارن .... گهوٽن کي پاهيون. تيل جي ڪڙهندڙ ڪڙاهين ۾ بنگالي مائرن آڏو ٻارن کي ذبح ....... لکين بنگالي هندستان جي پناهگيري ڪئمپن ۾. وڌندڙ تعداد .... بنگالي دانشورن کي ماري پوريو ويو. سنڌس لاش. پاڇوڪڙ پاڪستاني فوجين جي وردين ۾ اعليٰ درجي جي سينٺ لڳل. شراب جون بوتلون .... ميدانن ۾ گڏ ڪري ڇرن، پالن ۽ چاڪن سان ڪٽيو ويو. انڌا ڌنڌ بمباري ....

بي. بي. سي ۽ آڪاش واڻي دشمن جون ريڊيو اسٽيشنون آهن. انهن تي اعتبار نه ڪريو.

— ڏٺي خبر ڏاڍيون مٺايون پيو کائين.

— بس يار ٽڪا خان پيو اچي. انڪري مون سوچيو ته کائي وٺان.

— ؟!—

— ڳالهه دراصل هيءَ آهي ته جيئن ئي پڌرو ٽڪا خان کي سنڌ ۾ مقرر ڪري رهيا آهن، يقين ٿي ويم ته موت يقيني آهي. انڪري سوچيم ته کائي پي وٺان. زندگي ڪي ڏهاڙا آهي ....

— پر تون ڇو ٿو ڊڄين!؟ تو ته سياست ڇڏي ڏني نه؟

— عجيب مصيبت آهي، هن ملڪ ۾. ڪڏهن شاگرديءَ جي زماني ۾ سياست ۾ حصو ورتو هوم. ان کان پوءِ ٻه ٻه دفعا پوليس وارا گهر آيا آهن ۽ ڏاڍي تي وٺي ويا آهن. يار، ڪا سڪيورٽي ڪانهي. ۽ هينئر ٽڪا خان ايندو. هنن حالتن ۾ ته هتي به بنگال وانگر چونڊي چونڊي مارائيندا.

ڪلهه صبح جو اهو ٽڪا خان وارو افواهه پڌرو منجهند.

جو هڪ هوٽل ۾ ويني ويني اوچتو عجيب قسم جو احساس وڪوڙي ويم. بس يار توکي ڇا ٻڌايان. مان ان احساس کي Express نٿو ڪري سگهان. ان گهڙيءَ کان وٺي هن وقت تائين مان ڪئين دفعا انتهائي پيڙاڪ ۽ اذيت ناڪ ڏيکن سان مري چڪو آهيان: ڪڏهن پنهنجو پيٽ چيرجندڙ ۽ آنڊا ٻاهر نڪتل ڏٺا اٿم. ڪيڏي مهل پنهنجي ڳل تيز چاقوءَ سان لهندي ڏٺي اٿم. ڪڏهن ٻانهن کي اکيون نڪتل ۽ ڪليون نرڙ ۾ کپجندڙ حالتن ۾ ڏٺو اٿم. ته ڪڏهن ٻه سان اڏيل عمارت منجهه پاڻ کي تڙ پندو ڦٿڪندو ڏٺو اٿم! ۽ هلندي هلندي جنهن ٻه پناهگير ڏاڙهيءَ واري کي ڏٺو اٿم ته ان ويساهه سان، پڪ اهو الشمس يا البدر جو رضاڪار آهي. مونکي سنڌي ڏسي هيٺئر خنجر ڪيڏندو ۽ پيٽ ۾ گهپي ڏيندو. ۽ ان وقت ڏڪڻي ۽ پگهر ۽ جڏهن ٻه ڪنهن پنجابي فوجيءَ کي ڏسان ٿو، لڳيم ٿو بس اجهو مون ڏانهن وڌيو، ۽ پوءِ هنجا هٿ منهنجي ڳچيءَ ۾. منهنجا دوڏا کوپڙن منجهان ٻاهر نڪري آيل. وات ڦاٽل. ڄڀ نڪتل. ۽ نڙيءَ مان عجيب ڪيڪرانٽي ۽ گهگهو آواز.

— تون واقعي حد کان وڌيڪ حساس آهين. — پلا پيا ڪهڙا عيش ڪيئه؟

— ڪلهه کان وٺي فروٽ جام کاڌو اٿم. ۽ شهر جي گهٽي گهٽي گهميو آهيان. ۽ هر هنڌ مون نئين زندگي پسي آهي. هر شي ۾ عجيب قسم جي دلڪشي جو بصورتي ۽ نواڻ ڏٺي اٿم. حسرت ارمان ۽ اداسيءَ سان. ڪلهه شام Brothel ۾ ويو هوس. جيتوڻيڪ هوءَ ڪاٺي هئي ۽ اڌڙوٽ، چالاڪ ته رات جو ڏهين بجي کانپوءِ منجهائين چونڊ ڪري، ويگنن ۾ ڪيڏانهن نيو ويندو آهي. جيڪي، رات جو دير سان سونٽ وقت ڇڪنا چور هونديون آهن. ۽ ڏينهن جو ڏنڌي لائق نه هونديون آهن. باقي وڃي ڪاڪڙ ڪوڪڙ بچنديون آهن. بهرحال مون انهيءَ ڪاٺي ۽ اڌڙوٽ مان به تڪميل ۽ تسڪين جو اهو احساس ماڻيو، جيڪو اڳي

ڪنهن نوجوان ماڻ به نه ماڻيو هوم. مون وٽ باقي چار رپيا ۽ ڪي آنا بچيا آهن، پر رپين جي مٺائي ڪاڏي ائيم. اسپيشل چانهه پيئندس. ۽ باقي—

—۽ پوءِ—؟

— پوءِ. گهر ويهي مرڻ جو انتظار ڪندس. دراصل موجوده حالتن ۾، اسان سنڌين لاءِ مان سمجهان ٿو ته، بنيادي مسئلو آهي ته مرڻ جي ڪهڙي شڪل اختيار ڪجي. يعني ته ڀالن، خنجرن ۽ ڏڦن سان پيٽ ڦاڙائي، آنڊا ڪيرائي، ڪلون لهرائي، جسم جي ٻوٽي ٻوٽي ڪپائي تڙپي تڙپي، چيچلائي چيچلائي ۽ پنهنجين زالن ۽ ڀينرن ۽ ننڍين ٻارن سان ٿيندڙ جبري بدفعلي ڏسندي ڏسندي مرون. يا، جيئن مان پنهنجي مرڻ جو قسم جوڙ چونڊيو آهي: ننڊ جي گولين جو تمام گهڻو اوور ڊوز کائي سمهي رهجي. منهنجي خيال ۾ مرڻ جو اهو طريقو انتهائي آسان، مهذب، نفيس ڪاڻ تڪليف نه ڏيندڙ ۽ پروقار آهي.

— پر اسانکي پنهنجو پاڻ کي مارڻ لاءِ به — ڪنهن شڪل اختيار ڪرڻ جي چونڊ جو حق ناهي. (ڦڪي مرڪ چپن تي).

— ڪلاڪ اڳ مونکي مختيار مليو هو. چيائين، ٿيون ڏينهن بي بي سيءَ تان خبرون ٻڌندي، اوچتو ئي اوچتو مون کي الائي ڇا ٿي ويو: ڏسان ته منهنجي ننڍي پيٽ نپٽ اگهاڙي فوجين ۾ وڪوڙيل. امان کي هڪ فوجي مٿي وارو رائفل جو ڪنداڪ هنيو آهي ۽ هوءَ ڊڪندي پٽ وڃي. بابا اونڌي منهن اڳڻ تي مٿو پيو آهي ۽ پرسان رت جو ڍٻو. اوڏي مهل ئي منهنجي پيٽ منهنجي سامهون خبرن ٻڌڻ لاءِ ڪرسيءَ تي اچي ويٺي. اوچتو ڪرنٽ وانگر دل ۾ خيال آيم، هنکي ۽ امان کي گهر پيل بندوق سان ماري ۽ پوءِ پاڻ کي گولي هڻي ماري ڇڏيان؟! يار، اسين سنڌي هن دور ۾ زندگيءَ ۽ موت جي ڪيڏي نه اذيتناڪ ڀوڳنا ۽ ڀيانڪ ٻه واٽي تي لوڏجون پوئجون پيا. (!!)

ڏسندي، ٻڌندي، محسوس ڪندي، ڀٽڪندو رهيو آهي.

راتين جي اونده ۾، ڏينهن جي روشنيءَ ۾، گهٽين ۾، روڊن تي، هوٽلن ۾، دڪان تي، حيدرآباد جي هر ان هنڌ جتي زندگيءَ جو ذرو به اهڃاڻ آهي: ٻروٽيل، پرجوش، سڏڪندڙ، هنبوڇيون هڻندڙ، پيڙجندڙ، خوشيون ملهائيندڙ. ۽ ملي انس رڳي پيڙا، پوڳنا، عذاب. زندهه هجڻ ڪارڻ عذاب.

سڄ لٿي ڪي ڪا مهل ٿي آهي. وقت، پنهنجون ۽ ڪون سواءِ ڪنهن احساس ۽ آواز جي پاڻ اونده ڏانهن وڌائيندو پيو ٿو وڃي. ۽ ائين جيئن زندگي سواءِ ڪنهن احساس ۽ آواز جي موت جي اونداهين غار ڏانهن وڌندي رهي ٿي. زندگيءَ جي هر وک فنا ڏانهن.

پاهريون در کولي، پاهر وڃڻ لاءِ وڌي ٿو، ته پاڻس جو آواز:

'ڪيڏانهن ٿو وڃين؟'

'بس، ادا، اتيئي.'

'ڪجهه خيال ڪري هلجانءِ.' پاڻ هنن پناهگير پاڙي وارن جي نظرن ۾ آهيون. اهو جوڙو زبيديءَ جو پٽ جيڪو رضاڪار ٿيو آهي، چوي پيو ته اوهانجي گهر مان لائيٽ جا ڪرڻا پاهر اچن ٿا، جڏهن سون چيومانس ته اسان ته مرڳو مين سئيچ ئي بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ رات جي ماني شام جو پنجين اندر ڪري ڇڏيندا آهيون. ته چيائين: ويسي آپ تو بهت سمجهدار هين، البته آپ ڪي ڇوٽي ڀائي صاحب ذرا جيئي سنڌ سي تعلق رکتي هين. اس ليئي ڀ... آپس ۾ اختلافات هوتي رهتي هين، ليڪن يه وقت اتحاد اور حب الوطني ڪا متقاضي هي. ڪيڏا نه ڪميڻا ۽ ذليل انسان آهن هي.'

'ٺيڪ آهي.' پاهر وڃڻ لاءِ وک وڌائي ٿو ته پاڻس جي ڳالهائڻ جو سلسلو جاري هئڻ ڪارڻ بيهي رهي ٿو. پاڻس چئي رهيو آهي:

'آفيس ۾ پناهگير هيڊ ڪلارڪ چوي پيو ته اوهان سنڌي

ڏاڍي اطمينان ۾ آهيو، ڇاڪاڻ ته هندستاني جهاز حيدرآباد جي سنڌي علائقن ۾ بمباري ڪرڻ بجاءِ لطيف آباد ۽ ٻين مهاجر آبادين تي بمباري ڪن ٿا. جو هندستاني جهازن جي پائليٽن کي هدايتون مليل آهن ته سنڌي علائقن تي بمباري نه ڪيو. ڇاڪاڻ ته سنڌي اڪثر ڀارت جا پڪا حامي آهن. ۽ انهيءَ ساڳي ڪلارڪ جو پاڻ، جنگ ٿيڻ کان اڳ منڊي ۾ بنگال ويو، ته نوجوان بنگالئيون مفت ۾ عيش لاءِ ملن ٿيون. ۽ بنگالين جي هندستان لڏڻ ڪري ڪيترين جا پون، ڪارخانا وغيره خالي پيا آهن. تن تي قبضو ڪرڻ لاءِ.'

'ها، شروع ۾ مهاجر ۽ پنجابي محض انهيءَ لاءِ بنگال ويا هئا.' چوي ٿو. 'ٺيڪ آهي ادا، مان خيال ڪندس.'

دروازو بند ڪري ٻاهر اچي ٿو.

هلي رهيو آهي. پٺيرين محسوس ڪري ٿو. پوءِ ڏسي ٿو پڪ سان. سنڌس پٺيان، اصل لڳو لڳ ڪو پراسرار شخص هلي رهيو آهي. ڪاري ڏاڙهي. اڇي ڪپڙي جي ٽوپي. پهراڻ. وڏن پائنچن وارو پاجاما پون. هٿ ۾ لٺ. اکين تي ڪارو چشمون. جسم ۾ ڊپ جي لهر. اهو شخص خاموشيءَ سان ڪلهي تي هٿ رکيس ٿو. بيهي ٿو رهي. هراس.

'سڃاڻئي؟'

'نه.'

ڇٻو منهنجو ميڪ اپ ڪامياب آهي. هم هم هم....'

'سڃاڻم. آواز مان.'

'ته اڃا آواز تي محنت ڪرڻي پوندي. خير، ٻلا ٻڌاءِ ته اڄڪلهه ڪهڙي سرگرمي آهي؟'

'سرگرمي؟! ڪا به نه.'

'هن موقعي تي به خاموشي! اها ته زيادتي آهي پارٽنر، ڊراما ئي انداز، پاڻ چپ.

'پارٽنر، هتي بيهڻ مناسب نه آهي، هل ته ڪنهن Safe جاءِ تي هلي ڳالهايون مان خاص تو سان ملڻ لاءِ هتي آيو

هوس ، هلون؟'

'پر ڪيڏانهن؟'

'اهو سون تي ڇڏ . پر اهو ياد رک U.G جي حالت ۾ اهي جايون پڇبيون ناهن .'

هُئي رڪشا تي چڙهي، اچي سوريءَ تي اچن ٿا. ۽ ڦليليءَ جي ڪناري، ڪپڙن جي آڙ وني، اهڙي ريت وهن ٿا، جو ايڪڙ ٻيڪڙ، اينڊڙ ويندڙ ماڻهو سمجهي ته ائين ئي ڪچهري وينا ڪن.

'هن دور ۾ تو جهڙو ماڻهو به خاموش رهي ته پوءِ هن قوم جو ڇا ٿيندو' هو ڳالهائي رهيو آهي ، 'نيٺ اسين سنڌي نوجوان جنڪي ذرو به ترقي پسند سياسي شعور آهي، هن وقت به ڪجهه نه ڪنداسين ته پوءِ ڪڏهن ڪنداسين!.... نيٺ زندگيءَ جو ڪو مقصد ته هوندو آهي .... هينئر سنڌ جي تاريخ نهي رهي آهي، نيٺ هن ۾ تنهنجو يا منهنجو ڪهڙو رول هئڻ گهرجي. اهو اڄ جو اهم ۽ بنيادي سوال آهي؛ هر محب وطن ۽ ترقي پسند سنڌيءَ لاءِ .... تاريخي جوابداري به ته ڪنهن شي جو نالو آهي، دوست ! ....

چند سا ٿين Resistance Moment هلائڻ لاءِ هڪ سيل ٺاهيو آهي . حال في الحال اسين انجا ٽي ميمبر آهيون . منهنجي ذهن ۾ تون هئين، انجو سبب اهو آهي ته، مان تو ڪي هر اسٽوڊنٽس موومينٽ ۾ ۽ جيل ۾ جاچيندو رهيو آهيان. جيڪو اسان ڪميونسٽن جو ڪم آهي. ماڻهوءَ کي پرکي ۽ ڦاسايون . مون توسان جيل ۾ C.P جو ذڪر ڪيو هو. نه؟'

'ته هيءَ Resistance Moment، اوهانجي C.P طرفان هلائي پئي وڃي؟'

'Initiative ته پارٽيءَ جو آهي . پر هيءَ موومينٽ بنيادي طور قومي جمهوري تحريڪ جو هڪ حصو هوندي. ۽ نيشنل يونائيٽيڊ فرنٽ جي شڪل ۾ هلائي ويندي . چاڪاڻ ته هن ۾ سنڌ جا ترقي پسند قوم پرست، جمهوريت پسند ، ڪميونسٽ ۽ ٻيا ترقي پسند عناصر شامل هوندا . جي هڪ ڪاسن ڪاز يعني National Resistance لاءِ گڏجي جدوجهد ڪندا .'

'مونکي کهڙي حيثيت سان تو شامل ڪرين؟'

'هم هم هم .... اهو سوال تہ مونکي توکان پڇڻ گهربو هو.'

پر مونکي خود خبر ناهي تہ مان ڇاهيان! نيشنلسٽ؟ ڪميونسٽ! يا ٻيو ڪجهہ. البت پنهنجي باري ۾ هڪ ڳالهہ ڄاڻان ٿو: مونکي نوڪري کپي. جيئن منهنجو گذر سفر ٿئي. ۽ بس. باقي هر ازم جي باري ۾، پوءِ اهو نيشنلزم هجي يا سوشلزم هجي— مان انهن تي فقط ڳالهايو آهي، بحث ڪيو آهي، ڪئي رايا ڏنا اٿم، جيڪي هڪ ٻئي ڳالهہ جي باري ۾ مختلف هوندا آهن. ۽ ڪڏهن ڪڏهن انتهائي جوش وچان بحث ڪري، پوءِ پنهنجي منهن پڇتائيندو آهيان: اجائي ٻڪي هيم. لا حاصل آهي. بي معني آهي....'

'هائي حرامپڙائي تہ ڪر. اهو پيٽي بورزوائي انٽيلڪچوئلزم ڇڏي ڏي. گذر سفر تہ ڪتو بہ ڪندو رهي ٿو. هن سماج ۾ توکي ڪهڙي نوڪري ملي سگهي ٿي؟ ڪلارڪي! بس نہ؟ جيڪڏهن تون هارين ۾ تحريڪ لاءِ ڪم ڪرين تہ ڇا هو توکي کائڻ لاءِ ويلي تي لسيءَ جو ونو ۽ هڪ ڊوڊو بہ ڏئي نہ سگهندا. تو جهڙن سنڌي نوجوانن لاءِ سوشلزم جي تحريڪ ۾ اچڻ کانسواءِ ٻيو ڪو چارو ناهي، پارٽنر، هڪ ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي، جيڪا منهنجي آڏو سنڌ سان وڏي ٽريجڊي آهي. اها هيءَ آهي تہ: سنڌ جي مڊل ڪلاس مان سياسي ورڪر ۽ اڳواڻ گهٽ ٿا پيدا ٿين ۽ شاعر، اديب، ايڊيٽر، انٽيلڪچوئل ڏاڍا. ڪاٿوئي ڪونهي! سياست ۾ وري جيڪي ٿورا گهڻا، سي رڳو يا نعري باز يا تقرير باز! يا پارٽ ٽائيم سياست ڪندڙ. اوهو! آئن ۾ ڏهہ منٽ. سونکي پوري اٺين بجي ڪنهن ٻئي هنڌ ضروري پهچڻو آهي. پوءِ تون ڇا ٿو چئين، سڀاڻي اسان جي ميٽنگ آهي. تحريڪ ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ تنهنجو نالو تجويز ڪيان؟'

'ڀلي.' سواءِ ڪنهن ويچارڻ جي وراڻي ٿو.

'پوءِ سڀاڻي شام ساڍي ستين بجي هتي پاڻ ملنداسين. ۽

هتان گڏجي ڪيڏانهن هلنداسين. (Secrecy) جي خيال کان سان توکي هيئنر اهو نه ٻڌائيندس ته ڪيڏانهن هلنداسين. ساٿي، هن دور ۾ سيڪريسي انتهائي اهم آهي. ۽ ها، هتي سڀاڻي پوري ساڍي ستين بجي پهچي وڃجانءِ. ڇاڪاڻ ته هن دور ۾ ٽائيم انتهائي اهميت رکي ٿو. هلون هاڻي؟'

'ڀلي.'

'پنهي جو گڏ هلڻ ٺيڪ ناهي. پهرين تون وڃ يا مان؟ ڇگو پهرين مان ٿو وڃان. ڇگو: جيئي پورهيت عوام، جيئي سنڌ.'

پاڻ ڪجهه ننڍو وراڻي. هن جي وڃڻ ڪانپوءِ گهر ڏانهن وڌڻ لڳي ٿو.

'ساٿيو هاڻي ميٽنگ جي ڪارروائي شروع ڪرڻ گهرجي.'

'سائين هڪ منٽ. ڇانهم تيار آهي پي وٺون.'

'بادشاهه ائين قصو ڪيئن هلندو! ميٽنگ جو ٽائيم اٺ هو. هيئنر هوا اٺ پيا ٿين. وقت ۽ حالتن کي ڏسو. ساڍي يارهين جي اندر پاڻ کي ميٽنگ ختم ڪرڻي آهي. سونتي ٻارهين کانپوءِ نڪرڻ تي پابندي آهي. اوهان خود سمجهو ٿا. هنن ساٿين کي به گهرن ڏانهن پهچڻو آهي. تنهن کانسواءِ سائرن جو خطرو رهي ٿو. سنهنجي راءِ آهي ته چانهه ۽ ميٽنگ گڏوگڏ هلندي رهي.'

'ٺيڪ آهي جيئن اوهانجي مرضي.'

'ڇگو ساٿيو ڪاروائي شروع ڪيون ٿا: سڀ کان پهرين مان پنهنجي هن (ڏانهنس اشارو ڪندي) نئين ساٿيءَ کي خوشخبري ٻڌايان ٿو ته، اسانجي هن سيل ڪيس ميمبر بڻائڻ منظور ڪيو آهي. مان ڪيس ان لاءِ مبارڪباد ڏيان ٿو. ساٿي، (ڏانهنس نهاريندي) اسين تعداد ۾ جيتوڻيڪ ڏورا آهيون، پر رڪ جي ديوار مثل آهيون. اسان پنهنجي هن (Resistance Moment) جو بنياد تاريخ جي انتهائي سنگين ۽ خطرناڪ دور ۾ رکيو آهي. مان هڪ ڳالهه اوهان تي واضح ڪري ڇڏيان ته، اسانجي

سوميئنٽ قومي ڪردار جي حاصل آهي. ۽ هن ۾ هيئنر جيڪي وينا آهيون، سي مختلف نظريا رکون ٿا. سائين، نيشنلسٽ آهي. ۽ اسانجو هي ساٿي ٻه. ۽ مان تہ اوهانجي آڏو–‘ (ڪلهن کي لوڏ يندي .)

ڪيس اهو سڀ ڪجهہ رسمي ۽ عجيب عجيب لڳي ٿو.

‘ مان اوهانکي هن تحريڪ جا ڪجهہ ٿلهي ليکي نارمس (Norms) ٻڌائيندس.’ هو وري ڳالهائڻ شروع ڪري ٿو:

‘ هتي پنهنجو اوريجنل نالو ناهي ظاهر ڪرڻو. سڀني ساٿين پنهنجا پنهنجا فرضي نالا رکيا آهن. مثال طور مون پنهنجو نالو ‘ ساٿي ’ يعني تہ ڪامريڊ رکيو آهي . هن ساٿي پنهنجو نالو دريا خان رکيو آهي ۽ هن ساٿيءَ هوشو. اسين هتي انهن نالن سان ڄاتا سڃاتا ۽ پڪاريا ويندا سين . ٽائيم جي پابندي ضروري آهي . تنقيد، خود–تنقيد جي اصول هيٺ اسين هڪ ٻئي جون غلطيون سڌاريندا رهندا سين ....’

‘ هي ڪميونسٽ ڪيڏو نمائشي آهي.’ هن جي چرپر ۽ ڳالهائڻ انداز کي ڏسندي ڏسندي سوچي ٿو.

‘ ٺيڪ آهي ساٿيو؟ ’ هو هاڻي مڙني ڏانهن منهن ڪري چوي ٿو. ‘ هيئنر ايجنڊا مطابق ڪاروائي هلايون ٿا.’ چانهہ جو ڍڪ ڀريندي ايجنڊا پڙهي ٿو:

‘ ۱. موجوده سياسي صورتحال جو جائزو- ۲. رپورٽنگ- ۳. ايندڙ فيصلا . — منهنجو خيال آهي تہ، سياسي صورتحال تي آخر ۾ ڳالهايون . سڀ کان پهرين هر هڪ ساٿي پنهنجي گذريل فيصلن بابت رپورٽ پيش ڪري .’

‘ ساٿيو، پهرين مان پنهنجي رپورٽ پيش ڪيان ٿو .’ دريا خان چوي ٿو، ‘ مون ويڪلي بليٽن لاءِ اسٽينسل، قلم ۽ ڪاغذ وغيره سڀ هٿ ڪري ڇڏيا آهن. جنهن ڪلارڪ پنهنجي آفيس سان سائيڪلو اسٽائل ڪرڻ جو انجام ڪيو هو، سو هاڻي ڊپ ڪري ڦري ويو آهي . هن معاملي تي ٻيهر وري

غور ڪرڻو پوندو.'
'تہ چا ڪتي ٻئي هنڌ ٿي نٿو سگهي؟'
'مشڪل آهي. هن دور ۾.'
'ٺيڪ آهي. مان پنهنجي ليکي ڪوشش ڪندس. تون سڀ سامان سونکي ڏئي ڇڏ جانءِ.' ساٿي ڪي گهڙيون خاموش رهندي، ڪجهہ سوچيندي چوي ٿو، 'ساٿي، اوهان ليف ليٽ جو ڊرافٽ تيار ڪيو؟'
'ها سائين، رف لکيو اٿم. پڙهان؟ پر ٿورو ترسو، ٻاهران جائزو وٺي اچان، ڪٿي روشنيءَ جو ڪو ڪرڻو تہ ٻاهر نٿو وڃي—'
ٻاهران ٿي اچي ٿو: 'سڀ ٺيڪ آهي. پڙهان؟' پڙهي ٿو:

## سنڌي‌و ـ سجاڳ ـ ٿيو!

حڪمران فوجي ٽولو هيئنر ڇتو ٿي پيو آهي. بنگال جي ڌرتي ۽ انسان‌ڪش ڪاروائين مان پڌرو آهي تہ، هيءُ قومي حقن، عوامي جمهوري، ترقي پسند تحريڪن ۽ پورهيت عوام جي سڄي جدوجهدن کي مڪمل طور ناس ڪرڻ ٿو چاهي. ۽ سموريون رجعت پسند طاقتون سندس همراهيءَ ۾ آهن. پر بنگال جو عظيم، بهادر ۽ جرئتمند عوام، انهن وحشين جو ڀرپور مقابلو ڪري رهيو آهي.
اسين سنڌ ڌرتيءَ واسين کي چتاءُ ٿا ڏيون تہ اهو خوني ۽ نسل ڪشيءَ جو ڊرامون هتي بہ دهرايو ويندو.
سنڌ ڌرتيءَ جا محب وطنو، جمهوريت پرستو ۽ ترقي پسندو! تيار رهو—

– قومي جنتا سرد هم باد. – بنگال جو عظيم عوام
زنده هم باد.
– سنڌ جو عوام، بنگال جي عوام ساڻ آهي.
– مظلوم قوميت جي عوام جو اتحاد زنده هم باد.
– پنجاب پناهگير مستقل مفاد مرده هم باد.
– حب الوطني، ترقي پسندي، جمهوريت زنده هم باد.
پاران: – ..............................

پڙهڻ کانپوءِ، مڙني ڏانهن رايي لاءِ سواليہ انداز ۾ ڏسي ٿو.

’ٺيڪ آهي.‘ دريا خان چوي ٿو.

’اچا ڪجهہ زوردار ۽ سخت هجي ها.‘ ساٿي چوي ٿو، ’ٺيڪ آهي. شروعات ان سان ئي ڪيون ٿا. مونکي ڏيو. مان هيءُ ليف ليٽ پن ڏينهن جي اندر پنج هزار سائيڪلو اسٽائيل ڪرائي ڇڏيندس. هاڻي سوال آهي. هنکي ورهائڻ جو—‘ ڪي گهڙيون سڀ خاموش.

’هونئن تہ اسين سڀ، پنهنجن پنهنجن اعتماد وارن ذاتي دوستن ۽ ميچوئر سياسي چاڻ رکندڙن ۽ دانشورن کي ڏئي سگهون ٿا.‘ ساٿي چوي ٿو، ’باقي سوال آهي، پبلڪ پليسز تي پهچائڻ. ۽ ٿي سگهي تہ ڪن جاين تي چنبڙائي ڇڏجي. ساٿيو، هي ڪم ظاهر آهي تہ هنن حالتن ۾ ڏاڍو خطرناڪ آهي. پر احتياط سان ڪري سگهجي ٿو. ۽ اسانکي ئي ڪرڻو آهي.‘

’ٺيڪ آهي. اهو ذمون مان ٿو کڻان.‘ پاڻ چوي ٿو.

’تون؟‘ ساٿي چوي ٿو، ’دوست فيصلو ڪن. ساٿيو ڇا خيال آهي. هن ساٿيءَ کي اهو ذمون ڏجي؟‘

’جيڪڏهن ساٿي رضاڪارانہ طور ذمون کڻي ٿو تہ ٺيڪ آهي.‘ دريا خان چوي ٿو.

’هاڻي سوال آهي ورهائڻ جي طريقي جو—،‘ ساٿي چوي ٿو، ’ظاهر آهي تہ هتوهت عام هنڌ تي تہ ڪنهن کي ڪونہ

ڏٻا. منهنجي راءِ آهي، جيڪا مان پنهنجي تجربي مان پڌايان ٿو:

• هڪ تہ لئبررين ۾ اخبار پڙهندي پڙهندي اٽڪل سان پين جي نظرن کان پاڻ بچائيندي، پڙهڻ جي ٽيبلن تي رکي سگهجي ٿو. پيو تہ پيشاب وغيره جي بهاني هوٽلن جي Toilets ۾، سامهون پيت ۾ چنبڙائي سگهجي ٿو. ساڳي ريت اسٽيشن تي بيٺل ريل گاڏين جي Toilets ۾ ۽ مسجدن ۾. ٽيون تہ صبح جو سج اڀرڻ کان اڳ، گهرن جي درين مان اندر ڦٽو ڪري سگهجي ٿو. پر عام ڪليل روڊن وارن گهرن ۾ نہ. گهڻيل گهٽين ۾ اندر جيڪي گهر آهن؛ تن جي درين مان. پيو هاسٽلون آهن، سي تہ بند آهن. انهن جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. بهرحال هن ڪم ۾ چوڪس ذهن، ڦڙتيءَ، حاضر دماغيءَ، ڪامن سينس، جرئت ۽ تخليقي سوچ جي ضرورت آهي. مقصد اجايو ايڊوينچر ڪري پاڻ ڦاسائڻو ناهي، پر پاڻ بچائيندي هي آواز گهڻي کان گهڻن تائين پهچائڻو آهي. ۽ نہ وري اجايو Over cantions رهي بزدلي ڪرڻي آهي.

’ ٺيڪ آهي.‘ وراڻي ٿو. پنهنجو اهو ورجائڻ رسمي ۽ غير ضروري لڳيس ٿو.

’ دير ٿيندي پئي وڃي. منهنجو خيال آهي تہ هاڻي ايجنڊا جي اڳين پوائنٽ کڻون.‘ هوشو پاسو بدلائيندي چوي ٿو.

’ ڪاسريڊ!‘ لفظ تي زور ڏئي ساٿي چوي ٿو: ’ جنهن مقصد لاءِ گڏ ٿيا آهيون، نيٺ انکي مڪمل ڪري ئي تہ اٿنداسين. مونکي خود ٽائيم جو احساس آهي.‘ پوءِ آهستي پيار منجهان چوي ٿو، ’ بس هيءَ جلد ختم ڪري، ايجنڊا جو اڳيون نڪتو کڻون ٿا. ها سو- باقي سوال رهيو هنن ليف ليٽن جي ڊسٽري بيوشن جو. منهنجو خيال آهي تہ، حيدرآباد لاءِ ڏيڍ هزار ڪافي ٿيندا. ۽ ٻيا سنڌ جي انٽيريئر لاءِ. سنڌ جي اندرين حصن ۾ ورهائڻ جو ذمو مان کڻان ٿو.‘ ........

۽ ميٽنگ هلندي رهي ٿي. پوءِ بحث: بنگال. هندستان. روس. امريڪا. پنجاب. جماعت اسلامي. الشمس البدر. سنڌ جو مستقبل. ڀٽو. پيپلز پارٽي. يحيٰ فوجي ٽولو. عوامي ليگ. مجيب. مڪتي باهني. سنڌ جي ڪن ترقي پسند ۽ قوم پرست دانشورن طرفان اوچتو عوامي ليگ تان استعيفيٰ. ۽ ڪن جي فوجي ٽولي جي انهيءَ ايڪشن جي حمايت (!!) پاڪستان جو مستقبل.... — (ان وچ ۾ به دفعا خطري جو ۽ خطري ٽرڻ جو گهگهو وڄي ٿو).

ٻڌندو رهي ٿو. ڪٿي ڪٿي، ڪنهن ڪنهن وقت مختصر لفظن ۾ راءِ جو اظهار ڪري ٿو.

رات جا سوا ٻارهن. ٻاٿ اوندهه. رستي هلندي رضاڪار ڏانهس شڪي نگاهن سان ڏسندا رهن ٿا.

سندس در ڪٽڪائڻ تي، پاڙس در کولي ٿو، 'هن مهل تائين ڪٿي هئين؟'

'اتيئي.'

'سويل ايندو ڪر، وقت تمام خراب آهي.'

ڪجهه نٿو ورائي. ماٺ ڪري پنهنجي کٽ تي اچي ليٽي ٿو.

ليٽيو پيو آهي. اکيون کليل: ٻاٿ اوندهه. هڪ عجيب خوشيءَ جو احساس، ايڊونچر جي احساس ساڻ. تڪي پيو ٿو اوندهه ۾. اوندهه ئي اوندهه .... 'هون! هن وقت تائين مون رڳو پنهنجي ذات جي باري ۾ ئي پئي سوچيو آهي. رڳي پنهنجي ذات. منهنجي سوچ جي هر وهڪ، هر وقت پنهنجي ذات جي چوڌاري ئي پئي گهمي آهي. ۽ مان، انهيءَ ڪُنَ جي وهڪري ۾ پنهنجو پاڻ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. ٻوڙي ڇڏيو آهي. زندگي منهنجي ذات تائين محدود ناهي. ذات مري سگهي ٿي، جيڪڏهن محض ذات آهي- الڳ ٿلڳ. پر جڏهن اها ذات زندگيءَ ساڻ سٻنڌ قائم ڪري ٿي، ته امر رهي ٿي. مڪمل

ٽٽي ٿي، اونده ڳم.

هڪ سوڙهي گهٽي. اوسي پاسي ڏسي ٿو. ماڻهو ڇيٿهون ڪونهي. فولڊ ٽيل ليف ليٽ هڪ گهر جي دريءَ مان اندر ڦٽو ڪري ٿو. ان مان ملندڙ خوشي. عجيب خوشي ۽ تسڪين.

لئبريريءَ ۾ ماڻهو ليف ليٽ پڙهي رهيا آهن. هڪ ليف ليٽ جي مٿان ميڙاڪو. هڪ تسڪين ڀريو احساس. اخبارن ۾ سرخين سان انهيءَ ليف ليٽ جي باري ۾ خبرون. غدار ۽ وطن دشمن عناصر ....

اوچتو: گرفتار ٿيل ـ هڪ ڪمري ۾ پنجابي فوجي لتون ٺونشا هڻي رهيا آهنس. وات مان رت وهندڙ

سنڌي هارين کي پنن تي لڳندڙ ڦٽڪا

بلوچ ڪئلي ڪئمپ ۾ ـ خصين سان پنج سيريون ـ ڏهه سيريون ـ اڌ مٽيون ـ مٽيون پڌل. ڪاڪوس جي جاءِ ۾ سرچ پونڊڙ ـ ڪاڪوس جي جاءِ ۾ برف ـ سگريٽن جا ڏنب،

۽ امريڪي فوجي هڪ ويٽناميءَ جو پيٽ چيري رهيا آهن. آنڊا ٻاهر نڪتل

حيدرآباد سينٽرل جيل ـ ڪارو چڪر ـ اڇو چڪر ـ ڇوڪرا پارٽي ـ ٻوٽين تي ويڙهه ـ

ـ پڙوت ٿو ڪري اختياريءَ وارن جي ل .... جو ليڊر آهي. سڄيون رپورٽون ـ

ـ يار سال کن ٿيو آهي (هڪ قيدي)

ـ ڪمال ٿو ڪرين هيءُ جيئي سنڌ وارا ويٺا آهن (ٻيو قيدي)

ـ هان!؟

ـ بس! سگريٽ جو پاڪيٽ

ـ ٻلا ڪهڙا ڇورا آهن

ـ اڄ ته ڏيکاريانءِ

ـ .... هلهه ٿي پيو آهي. اسانجو نڪ ٻوڙي ڇڏيو

اٺائين پڙ وي
— پڌي مار ڏيونس، پهرو رکنونس
— ڇڏيوس يار پلي پيو عيش ڪري. اوهانجي گهران ٿو وڃي
— تحريڪ ته وئي .... تي چڙهي. هاڻي مرڳو خوار ٿيا آهيون. هرڪو قيدي سمجهي ٿو سڀ جيئي سنڌ وارا ائين آهن
— پاڻ قيدين لاءِ سڪ ٿي پيو سالن کان سڙيا وينا آهن
— تون نه لکي ڏيندين نه؟
— نه
— ڇو؟
— بس.
— ڏس نه — ڊپلوميسي به ڪا شي هوندي آهي. هتي اسين وينا ڇا ٿا ڪيون؟ ٻاهر گهٽ ۾ گهٽ تحريڪ ته هلائيندا سين. اختياريءَ وارن کي چوتيو ٿا ڄاهيون. لکي ڏيڻ ۾ اسانجي گهران ٿو وڃي؟ هان معافي نامي تي صحيح ڪر
— مان نه ڪندس. هن تي صحيح ڪرڻ معنيٰ ته ڏوهه قبول ڪرڻ. اسان ڪو ڏوهه ته ڪيو ڪونهي پنهنجا حق گهريا آهن. ۽ هن تي صحيح ڪرڻ جو سڌو سنئون مطلب آهي اسان غلط هئاسين ....
— يار تون ڪميونسٽن جي اثر ۾ اچي ويو آهين. هنن کي ته ٻاهر ماني نٿي ملي. توکي ته ماني ملي ٿي.
— مان اوهانکي نٿو جهليان
— ير گهٽ ۾ گهٽ ٻين جو ته خيال ڪر. اوهان ڇئن پنهن ڄڻن جي ڪري —

— خوش آهين نه؟ (پاڻس پڇيو هوس)
(لڳندڙ رسمي)
— ها
— هان هي وٺ. ڏنائين: صوف. ڪجهه ڪيلا

– چون ٿا معافي لکي ڏيڻ سان ڇڏي ڏيندا، ڇا اهو صحيح آهي؟
– سون به پڌو آهي
– پوءِ؟ تون به لکي ڏجانءِ. پاڻس منهن ۾ نهاريندڙ
– نه. جارحانه انداز. مان لکي نه ڏيندس
– ته پوءِ — ڇڙ مان پاڻس
– مان سڄي عمر هتي هوندس (جملو پورو ڪندي) ادا مان هتي هجان يا ٻاهر منهنجي لاءِ ڪو فرق نٿو پوي
– چون ٿا V.C خود چيو آهي لکي ڏيڻ لاءِ
– منهنجو تعلق سنڌ سان آهي V.C سان نه
پاڻس جي موجودگي بارءِ بوريت. پرپور خواهش: هتان هليو وڃي
پاسو ورائي ٿو. ساڳي اونڌهه. ذهن خالي.
' ذات جو زندگيءَ سان تعلق قائم ڪرڻ؟ اسرتا! ڇا سوچ جو هي انداز به ذات جي اپار لاءِ ناهي؟ منهنجي پنهنجي ذات ڇوڏاري نٿو ڦري؟ پر نه. حقيقت ۾ هيءَ خود قراريت آهي. پنهنجي وجود جي احساس کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ. نيٺ هن کان اڳ، شاگرديءَ جي ڏينهن ۾ سون تحريڪ ۾ حصو ڇو ورتو؟ قومي ڪاز جي احساس هيٺ؟ ۽ هينئر به سواءِ اڳ پٺ سوچڻ جي مان Retistance Moment ۾ شامل ٿي ويس! نه — سونکي پاڻ سان ڪوڙو ٿيڻ نه گهرجي، پاڻ کي ڏٻڻ نه گهرجي. تحريڪن ۾ حصو وٺڻ لاءِ بنيادي طور محرڪ ۽ مقصد رڳو اهو آهي: مان پنهنجو پاڻ کان، پنهنجي وجود جي احساس کان، ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ چاهيان ٿو. منهنجو پنهنجو وجود، ۽ ان وجود جو شدت سان احساس، جيڪو حياتيءَ جي ڏيڻ ۾ ڦاٿل آهي. جيڪو اهڙين حالتن ۾ جڪڙيل آهي، جن تي منهنجو وس نٿو هلي. نه مان انکي ختم ڪري سگهان ٿو. ۽ نه ئي وري زنده رهڻ جي خواهش ڪري سگهان

ٿو! ۽ جڏهن منهنجي سهپ ۽ برداشت جون حدون ٽپڻ لڳن ٿيون، مان قراريت چاهيان ٿو. پنهنجو پاڻ کان. پنهنجي زندهه هجڻ جي احساس کان! مان پناهه چاهيان ٿو. ڪنهن اهڙي سرگرميءَ ۾ جتي منهنجو پنهنجو زنده هجڻ جو احساس ختم ٿي وڃي. يا وقتي طور دٻجي وڃي، تہ مان جيئرو آهيان. مان آهيان. ۽ بس!

' مان آهيان. ها؛ مان آهيان. اها تہ ٿوس حقيقت آهي: مان آهيان. پنهنجو پاڻ کان فرار ٿي، ڪنهن بہ سرگرميءَ ۾ پناهہ وٺڻ سان اها ٿوس حقيقت فنا ٿي سگهي ٿي؟ ختم ٿي سگهي ٿي؟ شايد وقتي طور. خوشنصيب آهن اهي انسان، جيڪي ڪنهن لڳن ۾ جنوني طور جنبي، پنهنجي سموري زندگي کپائين ٿا. پوءِ ڪنهن مقصدي ڪاز جي نالي ۾. شراب ۾. محبت ۾. عادت ۾. تشدد ۽ بغاوت ۾. اصلاحي ۽ فلاحي ڪمن ۾. دولت ڪمائڻ ۾. ڪيريئر ۾. ۽ — مان سمجهان ٿو؛ زندگيءَ جو، انسان جو بنيادي مسئلو ئي اهو آهي: پنهنجي زندهہ وجود جي احساس کي مٽائڻ لاءِ قراريت؛ پناهہ.

' ۽ مون جهڙو انسان. جيڪو ڪنهن بہ قسم جي قراريت ۽ پناهہ حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام وڃي ٿو: اوهہ (!!) ڪيڏي نہ پوڳينا ڏيندڙ پيڙا ۾ —'

بيچيني. ڀيانڪ انجام جي ڀيانڪ انديشي، ۽ بي مقصد زندگيءَ جي وڍيندڙ احساس هيٺ پوڳيندڙ پنهنجو وجود.

' ٽي رستا آهن: تاريخ جي، جنهن وقت ۽ جاءِ منجهہ ڦٿو ڪيو ويو آهيان، انهن حالتن سان سمجهوتو ڪري پاڻ هيرائي ڇڏيان. يا نہ هيرائڻ جي حالت ۾ پوڳيندو رهان. ۽ موت جو انتظار ڪندو رهان. ٻيو تہ خودڪشي ڪري ڇڏيان. ٽيون تہ بغاوت ڪيان؛ ڪنهن بہ شڪل ۾.

' ۽ منهنجي زندگي؟ وڌ ۾ وڌ جي ڪا ڪلارڪي ملي تہ؟ ڇا مونکي ذاتي سطح تي بہ اهو سڀ ڪجهہ ملندو،

جنهن کي زندگيءَ جي Perfection چئجي؟ ڪلارڪي! محض ڪلارڪيءَ ۾ زندگيءَ جا باقي ٽيهه - پنجٽيهه سال پوڳيندو رهان. ڪلارڪي يا ڇا ايتريءَ ٿي پگهار واري نوڪري ملڻ ڪري، انهن حالتن، جن هيٺ هينئر آهيان، پوڳيندو رهان ته، قرار يا پنا هم ملي سگهندي؟ جيئن مان پنهنجي وجود جي غير ضروري هجڻ جي چڀندڙ احساس کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهان. مان شادي ڪري، ڪنهن عورت جي قربت حاصل ڪري نه سگهندس، جنهن قربت لاءِ مان سڪندو رهيو آهيان. ناممڪن آهي.

پر فرض ڪر ته نوڪري ملڻ سان، ڪٿي شادي به ٿي وڃي. ته نتيجي ۾ ٿيندڙ ٻارن جو لوڊ ڍوئي سگهندس؟ يا ائين ادا وانگر، هر ڪلارڪ وانگر، هر ماستر وانگر، لوڊ ڍوئي ڍوئي، ان ڍوئڻ ۾ گسجي پسجي، ڪپي ڪاڇي ويندس. ۽ محض ان لاءِ مان زندهه رهان! ان کان بهتر آهي، خودڪشي ڪري ڇڏيان.‘

پيشاب. پيشاب ڪرڻ لاءِ سوچي پيو ته. اٿڻ تي دل نه ٿي ٿئيس. ڏاڍو آيو اٿس. نيٺ زور کان مجبور ٿي اٿي ته. پيشاب ڪري وري اچي ليٽي ٿو. ليٽندي، ’ٽائيم ڪيترو ٿيو هوندو.‘ ننڊ نٿي اچيس. ننڊ ڪرڻ به نٿو چاهي. اوچتو خواهش: چانڊوڪي هجي. ڪنهن ويران روڊ تي پسار ڪرڻ جي. يا چانڊوڪيءَ ۾ ڪنهن قبل، اجڙيل، ويران کنڊرن ۾، ڪنهن مٽيري دڙي تي سڏو سنئون ليٽندي، اداسيءَ ۾ غم سان سوچيندو رهڻ جي. ’اوهه! مان ڪيڏو نه بدنصيب آهيان. اڄ ڏينهن تائين، عمر جي ٽيهن ورهين تائين، ڪنهن به عورت جي قربت ماڻي نه سگهيو آهيان. (!!) ....

’مونکي هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو وٺڻ گهرجي. ممڪن حالتن هيٺ، جنهن کي مان چونڊي سگهان ته، پنهنجي غيرضروري وجود جي احساس کي مٽائڻ لاءِ. ۽ ان سان گڏ، مونکي ذهني طور صاف هئڻ گهرجي. ۽ پنهنجو پاڻکي ٺڳڻ نه گهرجي ته: مان تحريڪ ۾ حصو قوم تي احسان ڪرڻ لاءِ وٺان ٿو. يا ڪنهن

Heroism جي Complex هيٺ. يا تاريخي فرض جي ڪوڙي احساس هيٺ. جيئن هو ڪامريڊ چوي ٿو. بس، ڪنهن حادثي، سونکي سنڌ ڏرتيءَ تي، تاريخي وهڪري جي انهيءَ دور ۾ ڦٽو ڪيو آهي، جو سونکي ائين ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهِ آهي. ۽ سون جهڙن ٻين انسانن کي به، هي تاريخي وهڪرو، سون وانگر هن هنڌ تي گهلي اچي بيهاريندو. ٻيءَ حالت ۾ هو، ذهني طور ۽ اعصابي طور ڇيڇاڙجي، ڇيڇاڙجي، ڇيچلجي ڇيچلجي ناس ٿي ويندا. پر هن تحريڪ ۾ حصو وٺڻ ڪانپوءِ به، هر جاندار وانگر، هر ڇڻو، نيٺ انجام طور فنا ضرور ٿيندو. جو هر حياتيءَ جي پڇاڙي موت ئي آهي. پر هن تحريڪ ۾ پنا هم وٺڻ سان، عام زندگيءَ ۾ ڇيچاڙجڻ ۽ ڇيچلجڻ جي اذيت ۽ پوگِنا جي احساس کان ڇوٽڪارو ملي سگهي ٿو. سونکي هن Resistance Moment ۾ حصو ضرور وٺڻ گهرجي. ۽ ڀرپور انداز ۾....'

صبح تائين جاڳي ٿو. ۽ سوچيندو رهي ٿو.

جنگ ختم ٿي چڪي آهي.

اج هيٺرن ڏينهن ڪانپوءِ، دريا خان جي فرضي نالي وارو همراهه رستي هلندي مليو اٿس. گاڏي ڪاتي ۾. هڪ بڪ اسٽال وٽ. اگهه کان بدليل: ٿيٺران جي باداسي لائيٽ ڪلر سان پينٽ. اچي ٿيٺران جي قميص. اجرڪ جي ڪپڙي جهڙي ٽاءِ. اکين تي لائيٽ ڪلر سان شيشن جو وڏو چشمون، وار، قلم ۽ مڇون نئين فيشن پٽاندڙ وڌيل.

'هلو ڊيئر. ڪٿي آهين؟'

'اتيئي. تنهنجي باڇاهيءَ ۾.' وراڻي ٿو.

'اڄڪلهه ڇا ٿو ڪرين؟'

'ڪجهه به نه.'

چپ.

'پلا ڏي خبر، پاڻ واري هن Resistance Moment جي؟

هنڪان پوءِ ڪا بي ميٽنگ ٿي ڪانه ٿي؟' پڇيس ٿو.

'بس يار. ڇا ٿيندو. سنڌي ڪڏهن نه سڌرندا. هيءَ ذليل ۽ مُردهه قوم آهي....'

'نيٺ اسين به ته هن قوم جا فرد آهيون،' ڳالهائڻ وچ ڪٽيندي چويس ٿو، 'مان ته توکان رڳو هن موومينٽ جي باري ۾ پيو پڇان.'

'ها، ادا، انکان پوءِ بي ڪا ميٽنگ ڪانه ٿي سگهي. سونکي نوڪري ملي وئي انڪري مان مجبور ٿي پيس. باقي هو پاڻ وارو ڪامريڊ مولانا، سو پنهنجي هاءِ ڪمانڊ جي حڪم تي پڌو اٿم ته هارين جي فرنٽ تي لڳي ويو آهي. ۽ اها موومينٽ بوموينٽ وئي اُئين ئي—'

ڪي گهڙيون ماٺ.

'نيٺ سنڌ جو ڇا ٿيندو؟ بنگالي ته جان ڇڏائي ويا. قربانيءَ سو عظيم ڏنائون.' چوي ٿو.

ڇا ٿيندو؟ ڪجهه به نه ٿيندو. پاڻ واري جي-ايم-سيد جون ڳالهيون پليون، پر آهي رڳو وڏيرن جي پنيان. پنڻو پنجاب جي مفادن سان غداري ڪرڻ نٿو چاهي. ڪميونسٽ: هڪڙا پناهگيرن جا پنڻو، جن جون ناڪيليون ڪراچيءَ جي ڪالونين ۾ وينل پناهگير ڪامريڊن جي هٿن ۾. ٻيا، ڏينهن جو سياسي لائينون هلائين، منجهند جو سرمائيدارن ۽ وڏيرن سان ڳجهيون ڪچهريون ڪن ته رات جو ڌرتيءَ جي ڌڇياڻين تي محنت ڪن. ڇا ٿيندو منهنجا پاءُ، ڪجهه به نه—'

پاڻ مرڪي ڏو. ڦڪي مرڪ. 'نيٺ اڳي پوءِ اسان سنڌ جي نوجوانن ڪي، هن ٿهيءَ کي ئي ته سنڌ لاءِ ڪرڻو آهي.'

'بڪواس آهي يار. ڇا تو ڪري سگهجي هن مٺل قوم لاءِ. حالت اها آهي ته— هو سولود ڪونه پڌو اٿئي: شل مدينې جو ڪتو هجان هان مدينې جي گهٽين ۾ گهمان هان!— سنڌي مسلمان، پنهنجي مادر وطن جي ڌرتيءَ تي عزت، آزاديءَ، وقار

۽ خود مختياريءَ سان رهڻ بجاءِ مدينې جسو ڪتو بنجڻ وڌيڪ ٿو پسند ڪري. ۽ انسان سان ڪتو بنجي مدينې جي گهٽين ۾ نوس نوس ڪرڻ کي وڌيڪ عزت وارو ٿو سمجهي! پاڻ نا اميد آهيون پيارا—'

انهيءَ معاملي تي اڳتي ڳالهائڻ نٿو چاهيس. ڳالهه بدلائڻ لاءِ پڇيس ٿو:

'يحيٰ خان ڍنڍي کي اقوام متحده سان گهرايو آهي. تنهنجو ڇا خيال آهي؟'

'اقتدار حوالي ڪندس. ٺيڪ آهي يار، پوءِ به پنهنجو سنڌي آهي.'

سنهن ۾ ڏسيس ٿو.

'چڱو ڊيئر. هلان ٿو، گڊ باءِ. (جيئي سنڌ بدران)' موڪلائڻ لاءِ هٿ ملائيس ٿو.

'چڱو پلا نوڪري ڪهڙي ملي اٿئي؟'

'اليڪشن آفيسر. ڪلاس ٽو جي پوسٽ آهي. چڱو—'

هٿ کي زور سان لوڏيندي موڪلائي وڃي ٿو.

صبح جا ساڍا ڏهه. گاڏي ڪاٽو. وڃنا آهن ايرانيءَ جي هوٽل ۾ ڪيفي پرشن ۾. احمد، شاهه، نواز ۽ پاڻ. شيشي جي وڏن درن مان ٻاهر ڏسن پيا ٿا: اينڊڙ وينڊڙ ٽرئفڪ. حيدرچوڪ (يا) جيئي سنڌ چوڪ. فيصلو ٿي نه سگهيو آهي. ’ڪي ڏينهن هئا، جڏهن يونيورسٽيءَ جا ڪلاس اولڊ ڪئمپس ۾ ٿيندا هئا، هيءَ هوٽل ڦڪڙ ۽ ڪامريڊ سياسي ورڪرن جو اڏو هئي....‘ سوچي پيو ٿو.

’نيٺ هنن کي گهرجي ڇا ٿو؟‘ نواز، هوٽل جي سامهون ڪوآپريٽو بئنڪ جي ڀڪيءَ تي ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿو. سڀ اوڏانهن ڏسن ٿا. جتي، اڳ لکيل هو: ايوب شاهي مردهه باد. تازو لکيل آهي: ايوب خان کو واپس لائو. اڳ لکيل: مجاهد اسلام - يحيٰ خان. تازو: يحيٰ خان کو ڦانسي دو. اڳ: مجيب غدار اور هندستان کا ايجنٽ هي. تازو: اقتدار مجيب کي حوالي کرو. ۽: همين سنڌي نهين، پاڪستاني صدر چاهيي. سنڌ کو دو لساني صوبه تسليم کرو. سنڌ کي سرڪاري زبان - اردو.

’هنن کي پيو ڪجهه نه، رڳو ڦرلٽ لاءِ سنڌ جي زمين گهرجي. هي تال تيتال رڳو انهيءَ لاءِ آهن.‘

شاهه چوي ٿو: جيتوڻيڪ پڻو بنيادي طور هنن پناهگيرن ۽ پنجابين جي مفادن جو محافظ آهي.

’تم ڇا ٿون سمجهين ٿو تم پڻو سنڌين جي مفادن سان غداري ڪندو؟‘ نواز جارحانه انداز ۾ پڇيس ٿو.

’منهنجي تم خيال ۾، مسلم ليگين، جماعت اسلامي ۽

پيپلز پارٽيءَ ۾ ڪو بنيادي فرق ناهي.' شاهه ٿڌي نموني ۾ مرڪندي چوي ٿو.

'بڪواس ٿو ڪرين،' نواز ڏاڍيان چوي ٿو، 'ميان! هيءَ پنو ئي آهي، جنهن اوهان سنڌين کي نئين زندگي ڏني آهي. ٢٥ سالن تائين جي. ايم. سيد ڇا ڪيو آهي؟ رڳو پيچ ڊاهه، تخريب. ڪڏهن ڪو تعميري ڪم به ڪيو اٿائين؟ هيءَ ڀنو ئي آهي، جنهن طوفان وانگر سنڌ جي گهر گهر ۾ پهچي سجاڳي آندي، جتي جي. ايم. سيد ٢٥ سالن ۾ ڪجهه نه ڪري سگهيو هو. هيءَ پنو ئي آهي، جنهن جي سياست ڪري پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو صدر سنڌي ٿيو آهي. گورنر، وزير سنڌي ٿيا آهن. آفيسر سنڌي آيا آهن. سنڌي، سنڌ جي واحد سرڪاري زبان بڻجي رهي آهي. اوهان ته اهي ڳالهيون خواب ۾ به ڪونه ڏٺيون هونديون ......'

'مهربان ٿورو آهستي ڳالهاءِ. تقرير نه ڪر. هيءَ هوٽل آهي. ۽ اسين پاڻ ۾ رڳو چار ڄڻا ويٺا آهيون.' احمد، نواز جي ڳالهائڻ جي وچ ۾ آهستي آهستي، طنزيه انداز ۾ چوي ٿو.

نواز ڪانسواءِ ٿيئي ڪلڻ ٿا.

'نه، مان اڄ هن سان بحث ڪري صفائي ڪندس.' نواز چوي ٿو.

'تون پلي صفائي ڪج. پر خيال سان، هوٽل ۾ ويٺا آهيون. هاڻي سلسلو جاري رهي. ها، پوءِ اڳتي.' احمد ساڳي طنزيه انداز ۾ چوي ٿو.

'بس، سون ڳالهائڻ بس ڪيو.' نواز پاڻيءَ جو گلاس کڻندي پاڻي پيئندي چوي ٿو.

'تون ڏسجانءِ ويٺو، پيپلز پارٽي سنڌ جي مفادن سان غداري ڪندي. سنڌ جي واحد سرڪاري زبان سنڌي نه ٿيندي. ۽ ٻوليءَ جو هيءُ بل ته، سرڪاري زبان بڻائڻ لاءِ نه، پر ترقي ۽ واڌاري وغيره لاءِ آهي. ۽ سنڌي ٻولي قومي ٻولي به نه ٿيندي. نه مڪمل

صوبائي خود مختياري ماڻندي. پيپلز پارٽي سنڌين کان وڌيڪ پنجابين ۽ پناهگيرن جي مفادن جو خيال رکندي. باقي اوهان جهڙن چوٽين سنڌين کي راضي ڪرڻ لاءِ ايڪڙ ٻيڪڙ مطالبو ڪٽي کي اڇلايل هڏيءَ وانگر پورو ڪندي ۽ بنيادي مسئلن کان لنوائيندي. ڇا سمجهئين.' شاهه لفظن تي زور ڏيندي چوي ٿو. 'باقي جي-ايم-سيد! سو ويچارو پاڪستان اندر پنهنجي زندگيءَ جو سڄو حصو جيلن ۾ نظربند رهيو آهي. انهي باوجود هن ويچاري جو ڪجهه ڪيو آهي، انهيءَ جي ئي مهابي توهان اڄ سنڌي حقن، سنڌيت جو شعور رکين ٿا. اهو شعور هن ئي جو ڏنل آهي، منهنجا پيارا.'

'اهو ته ٺيڪ آهي، جي. ايم. سيد نظرياتي ڏس کان سنڌي نيشنلزم جو شعور ڏنو آهي. پر هن تنظيمي طور ۽ تحريڪي طور ۽ طريقه ڪار ۾ بنيادي غلطيون ڪيون آهن. مثال طور قومي تحريڪ ۾ هارين کان وڌيڪ وڏيرن ۽ پيرن تي ڀروسو رکڻ. ۽ هارين جي مسئلن کي نظرانداز ڪرڻ. يا—' احمد چوي ٿو.

'اهو ٿي سگهي ٿو. پر انهيءَ جو اهو مطلب ناهي ته جي. ايم. سيد غدار آهي.' شاهه.

'بلڪل نه. ڪو به سنڌي ائين چئي نٿو سگهي-' احمد.

'بڪواس آهي.' نواز چوي ٿو. 'جي. ايم. سيد تخريب ڪانسواءِ ڪجهه نه ڪيو آهي.'

'هان، هي پيو پاڻي پيءُ.' شاهه ڏانهنس گلاس ريڙهيندي چوي ٿو، 'ڏاڍو جوش چڙهي ويو اٿئي.'

'پاڻي نه، سگريٽ پيار.' نواز چوي ٿو.

احمد سگريٽن لاءِ ٻيري کي چوي ٿو. ۽ پوءِ نواز کي چيڙائڻ لاءِ ڪيس چوي ٿو، 'نواز، اهو سچ آهي ته، سنڌين جي حڪومت آهي'. صدر به سنڌي آهي. پوءِ به سنڌ ۾ سارا پنجابي آفيسر، چوڌري، سنڌ جون زمينون اگهي وانگر پنجابي فوجين کي مليل. پڙڻ ۾ آيو آهي ته، بلوچستان سان ٻين صوبن جي آفيسرن

ڪي ڪڍيو ويندو. ۽ هتي پاڻ وٽ اهڙي ڳالهه ڪانهي. اهو
ڦصو ڪيئن؟'
'يار خدا جي واسطي متو نه ڪاءُ. بلوچستان ۾ ته اهي
سا ڳيا تنهنجا نعيب وارا اٿئي، جن پوليءَ جي مسئلي تي سنڌين
سان غداري ڪئي آهي. ۽ پنهنجي منشور ڪان ڦريا آهن.'
نواز وراڻي ڏنو.
'انهيءَ جي معنيٰ ته جي-ايم-سيد جو نظريو صحيح
ثابت ڏيو آهي: سنڌ جي مخصوص حالتن هيٺ، هر آل پاڪستان
بنيادن تي ٺهيل سياسي پارٽي، سنڌين کي ڪڏهن به دوکو
ڏئي سگهي ٿي. ڇاڪاڻ ته انهن آل پاڪستان بنيادن تي پارٽين
جو گهڻو ڪري لاڙو يا ته پناهگيرن ڪي يا ته پنجابين کي ۽
گهڻو ڪري پنهي کي خوش رکڻ ڏانهن هوندو آهي. ۽ سنڌ جا
مفاد انهن جي Contradiction ۾ آهن. ۽ ڇاڪاڻ ته اهي سنڌ
جي اقتصاديات، تهذيب تمدن ۽ جاگرافيائي وسيلن جا غاصب
۽ ڦرلٽ ڪندڙ آهن. ۽ سنڌي سندن هٿان ڦرجندڙ ......
سنڌين جو حافظو ڪيڏو نه ڪمزور آهي ۽ سوچ ڪيڏي
مٺاڇري: ڪلهه سنڌ کي پنجاب سان ڳنڍيندڙ ايوب کهڙو غدار
هو. ۽ اڄ پنجاب جي مفادن جي ڪلم کلا حفاظت ڪندڙ سنڌين
جو هيرو!! نيٺ هن قوم جو ڇا حشر....' شاهه چوندو رهي ٿو.
'يرو، خدا کي مڃو،' نواز بيزاريءَ سان هٿ پڌي چوي ٿو.
'هاڻي سياست بند ڪيو. مونکي هيءُ سمجهه ۾ نه ايندو آهي
ته، اسين سنڌي، عملي طور ته ڪجهه نه ڪندا آهيون. ۽ رڳو
زور سياسي ڪچهرين تي ۽ نڪتہ چينين تي. مون ڪيترا ڀيرا،
انهيءَ تي سنجيدگيءَ سان سوچيو آهي ۽ فيصلو ڪيو آهي، ته
اڄ کان پوءِ سياست تي نه ڳالهائيندس. پر اوهان اهڙا حرامي
آهيو، جو ڦيرائي گهيرائي سياسي بحث ۾ اچي ڦاسايو. هاڻي ڪا ٻي
ڳالهه ڪيو. نه ماسا؟ هو جو هن وقت تائين چپ ويٺو هو،
ڏانهنس منهن ڪري ٿو.

' هيءَ دور ئي اهڙو آهي، پاڻ وراڻي ٿو، هر فرد کي سياست ۾ حصو وٺڻو پوي ٿو. سنڌين جي اها ڪمزوري برابر آهي: ڪچهري گهڻي ۽ عمل گهٽ.'

' چاڪاڻ ته توهان پوليٽيڪل سائنس جو شاگرد آهيو، انهيءَ ڪري چوين ٿو ته، هر فرد کي سياست ۾ حصو وٺڻ گهرجي.' نواز وراڻي ٿو.

مرڪي ٿو. ' حالتن جي تقاضا اها آهي. ۽ سنڌ جي هن نسل کي ته، سنڌ جي مستقبل جي باري ۾ فيصلو ڪرڻو آهي. آخري ۽ قطعي فيصلو. ظاهر آهي سياست ۾ حصو وٺڻو ئي پوندو. رڳو ڳالهين سان نه، پر عمل سان ۽ رڳا سان. چاڪاڻ ته سياست، قومن جي وچ ۾ مفادن جي جنگ آهي. ۽ سياست جي حد علم نعري ۽ نهراءَ کان وٺي رائفل جي گوليءَ تائين آهي.'

' ته سنڌين کي هينئر گوليون ڪڍڻ گهرجن؟' نواز ڪيس وڏيڪ کولڻ لاءِ حراسپائي ڪري ٿو.

' نه. منهنجو اهو مطلب ناهي، جيئن توهان چوين ٿو.' وراڻي ٿو، ' پر مان جنرل ڳالهه ڪيان ٿو: قومي حقن جي تحريڪن ۾ اهو سرحلو گهڻو ڪري اُٿ ـ ئر هوندو آهي. باقي وقت، وقت جي ڳالهه آهي.'

هوٽل ۾ چوپول. هوٽل جا ملازم تڙ تڪڙ ۾ لوهي دروازا لاهڻ لڳن ٿا. هيءُ به شيشي جي درن مان ڏسن ٿا: اورينٽ هوٽل واري رستي کان ايندڙ هڪ انبوهه.

' ڇا هي؟' نواز پڇي ٿو.

' صاحب جلوس.' لوهي دروازو لاهيندڙ هوٽل جو ملازم وراڻي ٿو.

' ڪنهن جو جلوس آهي؟' نواز، احمد کان پڇي ٿو.

' اڙي هُو ـــ مهاجر ٻوليءَ جي بل جي خلاف مظاهرو ڪندا هوندا.' شاهه وراڻي ٿو.

' ڇا خيال آ، ڏسون هلي ٻاهر؟' شاهه پڇي ٿو.

’نہ يار ڇڏين. هتي وينا آهيون.‘ نواز بيزاريءَ سان وراڻيو.
’ڇو پناهگيرن کان ڊڄين ٿو ڇا. بنگال کان آيل بهاري به انهن ۾ هوندءَ.‘ احمد چيو ٿو.
’مڃئين يار. سنڌين جا جو پرڪار اهڙا هوندا، پوءِ بهاري ته ڇا، الاءِ ڪهڙي مخلوق هتي ايندي.‘ نواز.
’هيءَ سچي ويندن.‘ پاڻ، هلندڙ ڳالهہ جو رخ ڦيرائيندي چوي ٿو.
’مطلب؟‘ شاهہ پڇيس ٿو.
’مطلب ته هيءُ پناهگير سنڌ ۾ اڙدوءَ کي به صوبائي زبان مڃائي، ۽ اهڙي ريت سنڌ کي ٻن زبانن وارو صوبو تسليم ڪرائي ويندا. سنڌ جي خاتمي لاءِ اهو پهريون وار آهي. پوءِ آهستي آهستي، سنڌ کي، اڙدستان ۾ تبديل ڪندا ويندا.‘
’اهو ناممڪن آهي. سرڪار حال في الحال ته سخت اسٽينڊ وٺي بيٺي آهي.‘ شاهہ چوي ٿو.
’نہ سائين، ڏسجانءِ. هيءُ سرڪار کي جهڪائيندا. سنڌ جا ڏچا وڏيرا غريب سنڌين لاءِ ته رئيس ۽ نواب آهن. هنن جي آڏو لوسي ۽ جهڪندڙ آهن. ۽ پورو پنجاب هنن جو ساٿ ڏيندءِ. اهو به ڏسجانءِ.‘ احمد چوي ٿو.
’جيڪڏهن ائين ٿيو ته پوءِ سنڌي هيئنر ماٺ ڪري نہ وهندا. وڏو گوڙ ٿيندو.‘ شاهہ چوي ٿو.
’هن کان اڳي بہ ڏاڍا گوڙ ٿيا آهن، جو هيئنر ٻاهہ ٻري ويندي.‘ احمد چوي ٿو، ’ميان سنڌين لاءِ ڀٽي جي هڪ تقرير ڪافي آهي. وري بي هوش ٿي ويندا.‘
ٻاهران پٺر لڳڻ ڪري لوهي دروازن جا ٺڪا.
’ابا نواز، اچي ويٺي. مرڻ لاءِ تيار ٿيءُ.‘ شاهہ مرڪندي چويس ٿو.
’هي ڀيٺ چو .... نہ ڇڏيندا. اڳي پوءِ ضرور ماريندا.‘ نواز چوي ٿو.

ٺڪا بند ٿي چڪا آهن. نعرن جا ٻڏجندڙ آواز آهستي آهستي ٿي، ختم ٿيندا وڃن ٿا. جلوس، سنڌ يونيورسٽيءَ جي اولڊ ڪئمپس ڏانهن وڌي ويو آهي. جا پوءِ، هوٽل مان ٻاهر نڪرڻ تي خبر پوين ٿي. هوٽل جي ٻاهران موڙ وٽ بيهي، ڏسي رهيا آهن: سنڌ يونيورسٽيءَ بلڊنگ تي، جلوس پٿر بازي ڪري رهيو آهي. ۽ سنڌيالاجيءَ تي پٿر بازي ڪري رهيو آهي. ڏسي رهيا آهن. ڏسندا رهن ٿا.

پٿر وسي رهيا آهن. گولا بارود وسي رهيا آهن. ديبل تي. نيرون ڪوٽ تي. منجنيقون ٽڙا ٽڙ ڳرا وزني پٿر، سنڌ مٿان، سنڌين مٿان وسائي رهيون آهن. ٺٺو ٿرجي رهيو آهي. باهه جا پنبٽ. سڄي لاڙ کي باهه وڪوڙي وئي آهي. گوليون، باهيون. بارود، ترارن جا چمڪاٽ، خنجر، ڀالا. جلندڙ سڙندڙ باهه جي پنبڻن ۾ وڪوڙيل سنڌ، سرندڙ، ڪرندڙ، پڄندڙ، ڦٿڪندڙ، ڦٿڪي دم ڏيندڙ سنڌي.

وقت وهي رهيو آهي. وقت، جو ماضي حال مستقبل آهي. وقت، جو تاريخ آهي. وقت جي وهڪ، جا سنڌ ۾ ڪڏهن ماضيءَ نه بڻي آهي. تاريخ، جا سنڌ ۾ ڪڏهن ماضيءَ جو داستان نه بڻي آهي. حال ئي حال، پيانڪ، اڻ ـ ڪٽ سلسلو حال جو. هلندو رهي ٿو. هلندو رهي ٿو. مخدوم بلال پيڙجي رهيو آهي. مدد خان جي گهوڙن جون ٽاپون مانيون نه ٿيون آهن. آها ڏوڙ، آهو ڪوس، آها قرلت بند نه ٿي آهي. ڪليل چوڪ تي ڪو ترخان، سنڌيءَ جي ڪل، تيز خنجر سان آهستي آهستي ڪري لاهي رهيو آهي. پيا سنڌي، هراسيل، ڏنل تماشو ڏسي رهيا آهن. ڪو ارغون سنڌي ونيءَ جا ٿڻ ڪپي مزو ماڻي رهيو آهي. سنڌ جون ڇايون، گهوڙن سان ٻڌل، دمشق جي روڊن تي گهلجي رهيون آهن. ڇچريل جسم، ليڙون ٿيل لٽا. انگ انگ ناسور ٿيل. چارلس نيپئر جي بارودي توبن جا آواز اچي رهيا

آهن. سياڻيءَ ۾ جنگ جاري آهي. نيرون ڪوٽ ۾ سازشون جاري آهن. هوشو اڏول ٽيو بيٺو آهي. هيمون، سُرڪي ڦاهيءَ کي چمي رهيو آهي. ' انگريز سامراج مردهه باد' جيل پريل.

حال جو نه ڪٽندڙ سلسلو.........

نعرءِ تڪبير الله اڪبر. نعرءِ تڪبير الله اڪبر.

لپ ريٽ. لپ ريٽ. لپ ريٽ. قافلا اچي رهيا آهن. قافلا وڃي رهيا آهن. هن ڌرتيءَ جا چاوا وڃي رهيا آهن، روئندا، سڏڪندا، اوڇنگارون ڏيندا. ڌاريا اچي رهيا آهن. عجيب، اجنبي: شيروانيون، وات ڳاڙها، وات ڪڍهن بم ماڻ ۾ نه وهندڙ. پاجاما، گوڏيون، ٽرا، ڪليم. ـــ حال، ڪيڏو ڀيانڪ حال. اڻ ـ ڪٽ، جنهن جو ڪو انت ناهي. سلسلو هلي رهيو آهي. اجمير، بمبئي، سنڌو ڏام، سنڌو نگر، بڙودا، هڪڙا، سنڌي جاتيءَ جي نالي ۾، وقت جي بي رحم طوفاني وهڪ ۾ زندهه رهڻ لاءِ هٿوراڙيون هڻي رهيا آهن. پيا: ائيسرڊني ۾ بي معنائيءَ جي ڏنڌ ۾ پاڻ وڃائي ويٺا آهن. پاڻ وڃائي رهيا آهن. مستقبل ڪا شي ناهي. حال ئي حال! ڪراچي، حيدرآباد، ٽنڊو الهيار، ميرپور خاص، نواب شاهه، سکر، ٽنڊو ڄام. سنڌين جي گهرن کي زاتاها لڳي رهيا آهن. خنجر، ڀالا، بارود، بم، اڇهو سنڌيءَ جو گهر، بم سان اڏي، جلي رهيو آهي. ڪيهون، دانهون، پڪارون. اڇهو، ڪنهن سنڌي نوجوان جون ٻانهون وڍجي رهيون آهن، ٽنگون وڍجي رهيون آهن. پوءِ نڪ تي رکيل رائفل جو منهن. ٺاه. اڇهو، ڪنهن سنڌيءَ جي اکين ۾ تيزاب پهچي رهيو آهي. ڪنهن جو تيز خنجر سان پيٽ وڍجي رهيو آهي، آنڊا ٻاهر نڪتل. ٽهڪندڙ گرم پاڻيءَ مٿان. ڪنهن جي اکين ۾، ڪليون هنيون پيون ٺيون وڃن. ڦٿڪندڙ وجود. ڪنهن جي جسم جا ڳڀا ڳڀا ڪيا پيا ٿا وڃن. ڪنهن سنڌي عورت سان جبري زنا ڪئي پئي ٿي وڃي. هڪ جي پٺيان ٻگهي قطار. پوءِ ويڄندڙ ٺڻ. پوءِ: نعرءِ تڪبير الله اڪبر. نعرءِ تڪبير الله اڪبر. اسلام زندهه باد.

اسلام زندهه باد- قدم بڙهاتي چلو، سر سي ڪفن باندي چلو، سرفروش سپاهيو! يه جهاد هي، يا غازي بنو يا شهيد. شهداء اردو ڪا .... تعداد هوگيا ....

حال ئي حال، ڪجهه ماضي نه بڻيو آهي، ابوءِ! حال جو ڪيڏو طويل ڏکو سلسلو. نه ڪٽندڙ. سنڌ ڌرتي حال جو هي اٽ- ڪٽندڙ، وزني بار ڪٽندي پئي آئي آهي. پر ڪيستائين ؟؟ نيٺ چيلهه ڇڀي ٿيندي (؟) ڪلها گسندا ۽ پوءِ سڀ ڪجهه ماضي ۾ تبديل ٿي ويندو (؟) ۽ سنڌ جو ماضي: ڏڌا ئي ڏڌا. هڪ نئين ڏڌي جو اضافو ٿيندو (!؟) اڳ جا ڏڌا سڀئي جي ڏيرن تي ٽهيل آهن، ۽ هيءُ آخري ڏڌو—؟. (زندهه لاشن تي؟)

روڊ سنسان ۽ ويران. ڦري رهيون آهن تن تي، فوجي ٽرڪون ۽ جيپون. فوجي: رائفلون تاڻيو ويٺا آهن. لوهي ٽوپ پهريل. ڪٿي ڪٿي روڊن تي رڪاوٽون: ٽائر سڙي رهيا آهن. وچ تي وڏا وڏا پٿر پيل. فوجين جي لنگهڻ تي: هماري پاڪ افواج - زندهه باد. مجاهد پاڪستان - زندهه باد: پنو جاوي - ٽڪا آوي. چانهيون. ڪوڪوڪولا. نيرن. ڊبل روٽيون، هماري پاڪ افواج زندهه باد. سنسان، ويران روڊ، ڦرندڙ تن مٿان فوجي گاڏيون— سڙندڙ ٽائر. وڏا شاهي پٿر رڪاوٽن لاءِ.

پئي پانڌ گهر ۾ ويٺا آهن. اکيون سڄيل، ڳاڙهيون، لڳاتار اوجاڳو ڪيڻ ڪري. پنا هٿيار ويٺا رهيا آهن. ٻڌندا رهن ٿا: فلاڻي گهر وارن پاڻيءَ جون بالٽيون گرم ڪري رکيون آهن، تن ۾ ڳاڙها مرچ. فلاڻن وٽ هيٽريون رائفلون آهن. ۽ رات جو ڪنهن نه ڪنهن وقت: 'هوشيار!' سڏيون. ٽنهن جا آواز. روڊن تي تيز تيز هلندڙ فوجي گاڏين جا چيڪاٽ. پنج ڏينهن اڳ وڏي پاڙس جي چٽي تي، پاڇاڙس ۽ ٻارن ڪي پاڻ ڳوٺ ڇڏي آيو هو. جيتوڻيڪ پاڙس چيو هوس: تون ۽ اتي رهي پئجان، تنهنجو هتي رهڻ ٺيڪ ناهي، نه مڙيو. ٻارن کي ڇڏي واپس

آيو هو. نوڪريءَ جي مجبوريءَ ڪري ڀاڱس ڪي حيدرآباد ۾ ٽڪي رهڻو هو.

ڪلاڪ لاءِ ڪرفيو لٿو آهي.

'ٻاهر ڏسج دڪان کليا هوندا. هي شيون وٺڻيون آهن: اٽو. گيهه. پٽاٽا. چانور. لوڻ. کنڊ. مرچ ۽ ڇانهه.' ڀاڱس چوي ٿو. پيسا کڻي ٿو. سيڌي جي لسٽ کڻي ٿو. هڪ وڏي ٿيلهي ۽ ڪپڙو کڻي ٿو. ٻاهر وڃڻ لڳي ٿو.

'هيڏي ـ ڏهيو تون نه وڃ.' ڀاڱس سڏ ڏيندي، جهليس ٿو. 'مان ٿو وٺي اچان. تنهنجو وڃڻ ٺيڪ ناهي. تون نظرن ۾ آهين.'

'نه ادا، مان وٺي ٿو اچان.' وراڻي ٿو.

'نه نه ـ هي انتهائي وحشي ۽ ڪميڻا آهن. انسانيت جو تـه هنن ۾ انگ ئـي ناهي.' ڀاڱس کانئس پيسا، ٿيلهي ۽ ڪپڙو وٺندي چوي ٿو. 'هنن کان ته هندو ويچارا لک ڀيرا سٺا هئا.'

ڀاڱس ٻاهر نڪري وڃي ٿو.

'هنن کان ته هندو لک ڀيرا چڱا هئا.' سوچي پيو ٿـو. اڪيلائي ۾، ڀاڱس جي لفظن تي. سنڌ جي ۽ برصغير جي مسلمانن جي ذهنيت به عجيب آهي. ٻنهيون وفاداريون رکندڙ. پر نه ـ سنڌ جي مسلمانن ۽ يوپي، سي پي ۽ پنجاب جي مسلمانن ۾ بنيادي فرق آهي. سنڌي، خاص ڪري هيٺين طبقن جا صوفي طبع جا آهن. سياست سان گهٽ واسطو رکندڙ. هڪ ئـي وقت سچل، سامي، لطيف جا عقيدتمند. جڏهن ته هو مسلمان، ڌرتيءَ سان غداري ڪندڙ، منافق، ڪريل ذهنيت ۽ ڪوڙي احساس برتري رکندڙ. البت سنڌ جا وڏيرا، پير، اسلامي رجعت پسنديءَ ۽ هٺ ٺوڪئي مسلم قومي نظرئي سان هڪجهڙائي رکڻ ڪري، سنڌن ٻانهن ٻيلي .... سوچي پيو ٿو. 'هندو هوندا هئا ته قرب هو، ميٺ محبت هوندي هئي، منهنجو هڪ دوست هندو هو رتن ....' ڪرفيو دوران ڀاڱس جون ٻڌايل يادون. ڀريل آواز سان.

در جو کڙڪو. ڀاڱس اندر گهڙي ٿو. خالي ٿيلهي. خالي

ڪپڙو. خالي هٿين.

سواليہ نگاهن سان ڏانهنس ڏسي ٿو.

’نہ مليو. ذليلن وٽي دانهون ڪيون: سنڌيون ڪو راشن نهين ملي گا.‘

پاڻس جو لٿل منهن ڏسي ٿو. ڪجهہ نٿو ڪُڇي. جڪڙ. انتهائي جوش: رڳون چڪجي تاڻجي آيل. بدن ۾ رت جي تيز تيز ڌُڪ. ’هنن جي تہ....‘ ’چيچلائي چيچلائي مارجين.‘ ڪُرڻيل ڏند.

ماري رهيو آهين: پهرين هٿ وڍي رهيو آهي. پوءِ تيز خنجر سان ڇهڪ ۾ چير ڏئي رهيو آهي. هڪ اک ڪڍي رهيو آهي. ٻي اک. ڄڀ وڍي رهيو آهي. ڪن ڪپي رهيو آهي. پوٽي پوٽي وڍي رهيو آهي .... ڦٿڪندڙ چيچلائيندڙ سي جسم......

ڪرفيو وري لڳي ويو آهي.

وقت وهي رهيو آهي.

بظاهر سڀ ڪجهہ ماٺو ٿي چڪو آهي. اڳ ٿهيل بچاءَ ڪميٽيون پهرين امن ڪميٽين ۽ پوءِ امدادي ڪميٽين ۾ تبديل ٿي چڪيون آهن. ڊبل رول سان: آهي جيڪي سنڌ بچاءَ ڪميٽين ۾ هئا، سي هاڻي امن ڪميٽيز ۾ اچي چڪا آهن. اسن لاءِ اپيلون: ’مسلمان ڀائر آهيون،‘ ’ڪيڏي افسوس جي ڳالهہ آهي اڄ مسلمان، مسلمان جي خون جو پياسو ٿي پيو آهي—‘ ’مسلمان، مسلمان جو گلو ڪٽي رهيو آهي.‘

۽ وچي رهيون آهن ڳالهيون. گهرن ۾، هوٽلن ۾، آفيسن ۾: ’هنن پناهگيرن سان چڱا ڦاڻاسين. مولا ڪو جند ڇڏائي‘— ’هي مسلمان تہ آهن ئي ڪونہ. نڪو انسان جا قُر‘— ’ڪيئن ٿو ڀائين نيٺ هنن سان ڪيئن جند ڇٽندي؟‘— ’وڏيرن ڀاڙ پائي ڪئي نہ تہ....‘— ’سنڌي اچا بہ ڪونہ سڌرنديئي.‘ — ’اَبوهہ! ويچارا هندو هوندا هئا. ڪيڏا قربائتا! ملڪ ۾ ايمان هو، امن هو، سک هو. سلامتي هئي. هي الائي ڪٿان جي مخلوق—‘

'جيڪڏهن جي . ايم . سيد مري ها ته سنڌ ۾ هيٺر اٺل ڏسين ها .' — 'چڏ يار! ڪتو به ڪونه پونڪي ها!' — 'پنو ڪونه چڏ يندن. ڏسجانءِ، آهستي آهستي ڪري هنن کي ختم ڪندو.' — 'سڪڙ، سائين مچائي ويا.' — سنڌون سڏو به زباني صوبو ٿيو. اڙدوءَ وارن جي اڪثريت مچيائون.' — 'مولا! سڪڙن کي مارين يا مچائين.' — 'سنڌ جا به پير رڳو مڙسي ڪن ته — پر پير پاڳاري ته پنهنجي دشمنيءَ ۾ پنا هگيرن جو ساٿ ڏنو آهي . چون ٿا ته هٿيار ۽ ڏوڪڙ به ڏنا اٿائين'. — 'سنڌين ۾ وري اها ڪني پت ! پاڻ ۾ وڙهي مرندا . ' ...... ڳالهيون ئي ڳالهيون! ڳالهيون ئي ڳالهيون!

شام . سج لهي رهيو آهي. لهندڙ سج جي ڪرڻن جا سون جهڙا ٽڙڪا. نڪتو آهي گهران، شام کي ماڻڻ ڪاڻ . گهر جو ٻاهريون در آڪرندي نظر سامهون پٽ تي: 'اردو گلي.' ميونسپل جي نل مٿان: 'صرف مهاجر پاني پر سڪتي هين.' ۽ ٿورو پريرو راشن جي دڪان تي: سنڌيون ڪا راشن بند.' ڏسي ٿو. ذهن ۾ جهٽي نٿو. ڏسندو آيو آهي . سمجهندو آيو آهي. محسوس ڪيو هئائين . احساس جي تيز چڀندڙ نوڪن هيٺ پو ڳيو هئائين . سڀ ڪجهه ختم ٿي ويل . ناس ٿي ويل . ڏسي ڏسي، محسوس ڪري ڪري، معمول بڻجي ويل . ڪنهن هڪ ئي عمل جو لڳاتار ورجاءُ، هيري هيري زندگيءَ جو جز بڻجيو وڃي . ۽ اهو سڀ ڪجهه جز بڻجي ويو اٿس. ڏسندي، نٿو ڏسي! احساس هوندي محسوس نٿو ڪري! سمجهندي، نٿو سمجهي!

ڪيڏي بي حسي (!!!)

ٽلڪ چاڙهي: وڃي رهيو آهي هيٺ . آهستي آهستي. ذهن خالي . احساس نپوڙيل : آسنگ سٿل . چاهت مروٽيل . سليل زندگيءَ جي گهڙين کي کپائڻ (Consume) لاءِ —

حيدرآباد

(اپريل ١٩٧١ — سيپٽمبر ١٩٧٢ع)

# مٺيو پڇاڻا...

- ماڻڪ بدران جي علي مري وڃي ها تہ ڪيڏو نہ سٺو ٿئي ها: علي بابا
- ماڻڪ اهو ليکڪ هو، جيڪو پنهنجي مقصد سان سچو هو: حميد سنڌي
- ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ادب ۾ تخليقي ادب پيدا ڪرڻ ۾ ماڻڪ پهريون ليکڪ هو: مراد علي مرزا
- ماڻڪ ذهين، حساس ۽ سگهارو ليکڪ هو: شوڪت شورو
- اديب ۽ فنڪار قومي امانت آهن، ماڻڪ هميشہ امر رهندو: اسرار شام
- ماڻڪ سنڌ جي سرواڻ ادبين مان خود سر تخليڪار هو: رسول بخش درس
- ماڻڪ جي وڇوڙي بعد لڳي ٿو وڏيون وڏيون ڀتيون مست هاٿيءَ وانگي مون ڏانهن ڌوڪينديون اچي رهيون آهن: شرجيل
- ماڻڪ اجان ڳپل وقت زنده رهي ها جي هو منافق هجي ها تہ : نثار حسيني
- ايندڙ دور ۾ ماڻڪ جا پڙهندڙ وڌيڪ پيدا ٿيندا: امداد
- جيسين بي روزگاري ۽ اڻ سجاڳي آهي تيسين ماڻڪ اسان وٽ موجود رهندو: قاسم ٻگهيو
- ماڻڪ نون تجربن جو ماڻڪ هو: عزيز مهراڻوي
- ماڪ جو اوچتو موت ائين محسوس ٿيو ڄڻ بنهہ منجهند جو اوچتو سج ٻڏي ويو: نصير مرزا
- حقيقت پسند ليکڪ ماڻڪ جهڙي گنڀير ۽ حساس شخصيت ورلي ڪا ملندي: ظفر حسن
- ماڻڪ انتهائي ذهين ۽ جديد ادب جو سرواڻ ليکڪ هو: مدد علي سنڌي
- ماڻڪ پنهنجين لکڻين جي شڪل ۾ اڄ بہ اسان وٽ موجود آهي: پروانو ڀٽي
- ماڻڪ حقيقت پسند ۽ هڏ ڏوکي انسان هو: حافظ عبدالرحيم

(ترتيب: آغا قيوم)

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سپني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)